هيءُ ڪتاب سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ پاران وي ايم انسٽيٽيوٽ فار ايجوڪيشن،
ڪراچيءَ جي سهڪار سان تيار ڪيو ويو آهي.
سنڌ سرڪار جي ايجوڪيشن ۽ خواندگيءَ واري کاتي، پاران مراسلي
نمبر SO(G-I)E & L/Curriculum-2014 بتاريخ 03-03-2014 هيٺ سنڌ صوبي جي اسڪولن
لاءِ منظور ڪيل.
بيورو آف ڪريڪيولم ۽ ايڪسٽينشن ونگ ڄامشوري پاران ڇڪاسيل.

## نگران اعليٰ

**آغا سهيل احمد**

چيئرمين سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ

## ليکڪ

پروفيسر ڊاڪٽر برناڊيٽ ايل ڊين

- شبنم خان
- عروسہ حفيظ

## ڇڪاسيندڙ

پروفيسر ڊاڪٽر برناڊيٽ ايل ڊين

- محمد قاسم ابڙو
- محمد اسماعيل پنهور
- قائم الدين ٻلال
- خالد محمود ميمڻ
- محمد ناطق ميمڻ
- روزينہ خواجہ

## سنڌيڪار

سرفراز احمد لاکو

## نگران

- علي محمد ساهڙ
- عبدالودود

## ڪمپوزنگ

شفيق حسين ڪولاچي

## ڇپيندڙ

# فهرست


| باب | عنوان | صفحو نمبر |
| --- | --- | --- |
| باب پهريون | گلوب ۾ نقشن بابت سکيا | 4 |
| باب ٻيو | سنڌ جي تاريخ | 17 |
| باب ٽيون | سنڌ جي ماڻهن ۾ زمين جو هڪٻئي سان لاڳاپو | 31 |
| باب چوٿون | موسم | 50 |
| باب پنجون | اسان جي رهڻي ڪهڻي | 67 |
| باب ڇهون | صوبي جي حڪومت | 79 |
| باب ستون | مواصلات جا ذريعا | 89 |
| باب اٺون | ٻين سان گڏجي رهڻ | 95 |
| باب نائون | شيون ۽ خدمتون | 104 |
| باب ڏهون | نبي سڳورو حضرت محمّد صلي الله عليہ و آلہٖ وسلم | 111 |
| باب يارهون | خلفاءِ راشدين (خليفا سڳورا) | 114 |
| باب ٻارهون | اسان جا سُورما ۽ سُورميون | 119 |

باب پهريون

# گلوب ۽ نقشن بابت سِکيا

### شاگردن جي سکڻ جا نتيجا:

هن باب جي پُڄاڻيءَ تي شاگرد ان لائق ٿيندا تہ:

- اهو سمجهي سگهن تہ اتر قطب اتر طرف ۽ ڏکڻ قطب ڏکڻ طرف آهن.
- اهو سمجهي سگهن تہ مٿي مطلب ڌرتيءَ کان پري جڏهن تہ هيٺ جو مطلب ڌرتيءَ طرف (ويجهو) آهي.
- شين کي سامهون کان ۽ مٿان کان ڏسڻ ۾ فرق محسوس ڪري سگهن.
- گلوب ۽ نقشي کي سمجهي سگهن.
- گلوب ۽ نقشي وچ ۾ فرق کي سمجهي سگهن.
- ”گلوب“ ۽ ڌرتي جي ”نقشي“ تي کنڊن ۽ سمنڊن کي ڳولي انهن جا نالا ٻڌائي سگهن.
- نقشي جي اهم عنصرن کي سمجهي سگهن.
- سمجهي سگهن تہ سڀ نقشن جا عنوان انهن جي ايراضي ۽ خاص خد و خال ٻڌائين ٿا.
- مختلف نقشن ۾ ڏيکاريل ايراضي ۽ خد و خال جي نشاندهي ڪري سگهن.
- اهو بيان ڪري سگهن تہ ڪنهن نقشي تي حقيقي شيءِ جي جاءِ تي ان جون تصويرون ۽ نشانيون اينديون آهن.
- تصوير ۽ ٻيون نشانيون (نقطا، قطارون، رنگ جيڪي نقشن تي استعمال ٿين ٿا) ڪنجيءَ يا ليجنڊ ذريعي سمجهي سگهن.
- ”اهم“ ۽ ”وچ وارن“ طرفن جي نشاندهي ڪري سگهن.
- پنهنجي اسڪول جي چوڌاري ”اهم“ (اتر، اوڀر، اولهہ، ڏکڻ) ۽ ”وچ وارن“ (اتر اولهہ، اتر اوڀر، ڏکڻ اولهہ، ڏکڻ اوڀر) طرفن ۾ موجود اهم جاين ۽ جڳهين جي نشاندهي ڪري سگهن.
- ”اهم“ ۽ ”وچ وارن طرفن“ جي مدد سان شين جي بيهڪ کي سمجهي سگهن.
- پئماني جي مدد سان ڪنهن بہ نقشي تي موجود ٻن نقطن جي وچ واري مفاصلي کي سمجهي سگهن.
- مختلف پئمانن جي نقشن تي ٻن نقطن جي وچ واري مفاصلي کي ماپي سگهن.
- نقشن جي عنصرن جي مدد سان ڄاتل سڃاتل علائقن (ڪلاس روم، گهر ۽ پاڙي) جا سادا وڏي پئماني وارا نقشا ناهي سگهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

باب پهريون

# گِلوب ۽ نقشن بابت سِکيا

## گلوب ڇا آهي؟

لفظ گلوب لاطيني زبان جي لفظ ”گلوبس“ مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي گولائون جسم يا گول. اهڙيءَ طرح گلوب گولائين نقشي سان ڌرتي کي ظاهر ڪندو آهي.

شڪل 1.1 دنيا جي گلوب جا ٻه رخ

گلوب تي توهان کي خشڪي ۽ پاڻي نظر ايندو. خشڪيءَ واري ڀاڱي کي ڪنڊ سڏين ٿا ۽ اِهي ست ڪنڊ آهن: ايشيا، آفريڪا، اتر آمريڪا، ڏکڻ آمريڪا، يورپ، آسٽريليا ۽ انٽارڪٽيڪا. اهڙيءَ طرح پاڻي جي وڏي ڀاڱي کي وڏا سمنڊ سڏين ٿا، جيڪي پنج آهن: ائٽلانٽڪ سمنڊ، پئسفڪ سمنڊ، هندي سمنڊ، آرڪٽڪ سمنڊ ۽ انٽارڪٽڪ سمنڊ.

**سرگرمي**

ستن ڪنڊن ۽ پنجن سمنڊن جا نالا ٻڌايو.

جڏهن توهان گلوب تي نظر ڊوڙائيندا تہ توهان کي نظر ايندو تہ گلوب سڌو نہ آهي، مگر اهو هڪ طرف جُهڪيل آهي. گلوب تي اتر جي وڌ ۾ وڌ پري نقطي کي گولو، ان کي اتر قطب چئبو آهي. اهو ڌرتيءَ جي مقرر محور تي سڀ کان مٿي موجود آهي. توهان ڏسندؤ تہ اتر قطب آرڪٽڪ سمنڊ جي وچ ۾ موجود آهي. سال جو اڪثر وقت، ان ۾ برف جميل هوندي آهي. هاڻي گلوب جي ڏکڻ ۾ سڀ کان ڏورانهين نقطي ڏانهن ڌيان ڏيو. ان کي ڏکڻ قطب چئبو آهي. ڏکڻ قطب ڌرتيءَ جي مقرر محور جي تري ۾ موجود آهي. ڏکڻ قطب انٽارڪٽيڪا تي موجود آهي، جيڪو ڌرتي جي ستن کنڊن مان هڪ آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن اسان اتر چونداسين تہ ان جو مطلب آهي اتر قطب ۽ جڏهن اسان ڏکڻ چئون تہ ان جو مطلب آهي ڏکڻ قطب.

اتر قطب ۽ ڏکڻ قطب

شڪل 1.2 ڌرتيءَ جو گولو اتر قطب ۽ ڏکڻ قطب ڏيکاري ٿو

ڌرتي هڪ سخت بال آهي. شڪل 1.3 ڏانهن نهاريو. توهان ڏسندؤ تہ ڌرتيءَ جي سڀ کان اندرئين تهہ کي ڪور چئبو آهي، ان کان پوءِ واري تهہ (وچين تهہ) کي مينٽل چئبو آهي ۽ سڀ کان ٻاهر واري تهہ کي ڪرسٽ سڏبو آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن اسين چئون ٿا تہ جهاز مٿي اڏامي رهيو آهي، تہ ان جو اهو مطلب آهي تہ اهو ڌرتيءَ کان پري وڃي رهيو آهي ۽ جڏهن جهاز زمين تي لهي رهيو آهي تہ حقيقت ۾ اهو زمين جي ويجهو اچي رهيو آهي. اهڙيءَ طرح مٿي معنيٰ زمين کان پري ۽ هيٺ معنيٰ زمين جي طرف.



شڪل 1.3 ڌرتيءَ جو اندريون تهہ،وچيون تهہ ۽ ٻاهريون تهہ ڏيکاري ٿي.

## نقشو ڇا آهي؟

پوري ڌرتي يا ڌرتيءَ جي ڪجهه حصي جي مٿاڇري جي ٻن درجن (ڊيگهه ۽ ويڪر) واري هموار خاڪي کي نقشو چئبو آهي. نقشو ڪنهن جڳهه جو اهڙو خاڪو آهي، جو ڄڻ ته توهان ان جاءِ جي بلڪل مٿان موجود آهيو.

شڪل 1.4 ڏانهن ڏسو! اها هڪ ڪلاس روم جي تصوير آهي.

شڪل 1.5 ڏانهن نهاريو! اهو هڪ ڪلاس روم جو نقشو آهي، ڪهڙي ڳالهه ٻنهي کي هڪٻئي کان ڌار ڪري ٿي؟

شڪل 1.5 هڪ ڪلاس روم جو نقشو

شڪل 1.4 هڪ ڪلاس روم جي تصوير

### سرگرمي:

تصوير ۽ نقشي ۾ ڏيکاريل ميز ۽ ڪرسيءَ جي تصوير ٺاهيو.

**استاد لاءِ هدايت:** توهان جڏهن به ڪلاس ۾ گلوب آڻيو ته شاگردن کي سڀ وڏن کنڊن جي باري ۾ ٻڌايو ۽ گلوب تي اهي شاگردن کي ڏيکاريو. بعد ۾ انهن کي وڏن سمنڊن جي نالن ۽ انهن جي بيهڪ جي باري ۾ ٻڌايو ۽ گلوب تي شاگردن کي انهن جي نشاندهي ڪري ڏيکاريو. ٻئي ڏينهن شاگردن کي دنيا جا خالي نقشا آڻڻ لاءِ چئو ۽ پوءِ انهن کي خالي جڳهين تي لاڳاپيل کنڊن ۽ سمنڊن جا نالا لکڻ لاءِ چئو.

## گلوب ۽ نقشي ۾ فرق:

گلوب ۽ نقشي ۾ ڪيترائي فرق آهن. چا توهان ڪجهه فرقن جي باري ۾ ڄاڻو ٿا؟ ڪجهه وڌيڪ فرق معلوم ڪرڻ لاءِ هيٺئين ٽيبل پڙهو:

| گلوب | نقشو |
|---|---|
| • گلوب پوريءَ ڌرتيءَ جي مٿاڇري کي ٽن درجن ۾ ظاهر ڪري ٿو. | • نقشو ڌرتي جي مڪمل مٿاڇري يا ان جي ڪجهه حصي کي ٻن درجن ۾ هموار خاڪي سان پيش ڪري ٿو. |
| • گلوب ۾ نشانين جي مدد سان تمام گهٽا تفصيل ڏيکاريل آهن. | • نقشي ۾ نشانين جي مدد سان فقط ڪجهه اهم تفصيل ڏيکاريل آهن. |
| • گلوب پوريءَ ڌرتي جي حقيقي تصوير پيش ڪري ٿو. | • نقشو ڪنهن شهر، ملڪ يا دنيا جي حقيقي تصوير جي فقط هڪ پهلو کي ظاهر ڪري ٿو. مثال طور نقشو ڪنهن هڪ ملڪ يا ڪيترن ئي ملڪن جي زمين يا پاڻي جي شڪل ڏسيندو آهي. |
| • گلوب گولائون هوندو آهي ۽ توهان ان کي چوڌاري ڪٽي هلي نہ ٿا سگهو. | • نقشو هموار هوندو آهي ۽ ان کي ڪيڏانهن بہ کڻي هلي سگهجي ٿو. |
| • وڏن گلوبن کي استعمال ڪرڻ تمام ڏکيو آهي. | • نقشن کي آسانيءَ سان استعمال ڪري سگهجي ٿو. ڪيترن ئي نقشن کي گڏي ائٽلس ترتيب ڏنو ويندو آهي. |

## نقشي جا جزا:

نقشي ڏانهن نهاريو ۽ انهن جزن جي فهرست تيار ڪريو، جيڪي توهان کي نقشي سمجهڻ ۾ مدد ڏين ٿا. گهڻو ڪري نقشي ۾ هي جزا ٿيندا آهن.

- عنوان
- نشانيون
- ليجنڊ يا ڪُنجي
- قطب نما
- پئمانو

**استاد لاءِ هدايت:** هڪ ڏينهن ۾ فقط هڪ تصور يا ذيلي عنوان پڙهايو وڃي. انهيءَ تصور کي واضح ڪرڻ خاطر ٻيون سرگرميون ڏنيون وڃن. اهڙيءَ ريت هڪ عنوان پورو ڪري پوءِ ٻيو تصور يا عنوان هٿ ۾ کڻجي يا اڳتي وڌجي. مثال طور شاگردن کي وڌيڪ بهتر انداز ۾ نقشي جي سِکيا ڏيڻ لاءِ ڪجهه شيون جيئن پينسلن واري پيٽي ۽ هڪ رانديڪي واري ڪار ميز تي رکو. شاگردن کي هدايتون ڏيو تہ انهن جو خاڪو ٺاهين. بعد ۾ هر شاگرد کي ڪرسي تي بيهاريو ۽ انهن کي هيٺ ميز تي ڏسڻ لاءِ چئو. پوءِ جيئن مٿان کان نظر اچي انهن کي ان جو خاڪو ڪڍڻ لاءِ هدايتون ڏيو.

## سرگرمي

پنهنجي ڪتاب ۾ موجود نقشن ڏانهن ڏسو. سوچڻ ۽ سمجهڻ ڪان پوءِ لکو ته هر جزو ڪهڙيءَ طرح نقشن ڪي سمجهڻ ۾ توهان جي مدد ڪري ٿو. ان ڪان پوءِ پنهنجي ساٿيءَ ڪي پنهنجا خيال ٻڌايو ۽ سندس رايو معلوم ڪريو. توهان جا خيال هن ريت هجڻ ڪپن، اهو اسان ڪي ٻڌائي ته هيءَ ڪهڙي جڳهه آهي يا اهو ته مختلف جڳهين جا طرف ڪهڙا آهن وغيره.

## عنوان:

جڏهن به اسان نقشو پڙهڻ شروع ڪريون ته ان جي عنوان ڪي ڏسون. عنوان مان نقشي ۾ ڏنل ايراضيءَ بابت ڄاڻ ملي ٿي ۽ اها سُڌ پوي ٿي ته نقشي تي ڇا ڏيکاريو ويو آهي. توهان شڪل 1.6 ۾ ڏنل نقشي جو عنوان ڏسو. توهان ڪي عنوان هن ريت نظر ايندو | پاڪستان شهر |.

شڪل 1.6 پاڪستان جو نقشو

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن ڪي اهڙن جزن جي لسٽ تيار ڪرڻ لاءِ چئو جيڪي نقشي پڙهڻ ۾ مدد ڪن ٿا. انهن ڪي ٻن ٻن يا ننڍن گروپن ۾ بحث ڪرايو ته جيئن هر هڪ جزو نقشي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ مدد ڏئي ٿو.

**سرگرمي:**

شڪل 3.4 ۽ 3.9 ۾ ڏنل نقشا ڏسو. عنوان پڙهو. نقشي ۾ ڏيکاريل ايراضي سڃاڻي ٻڌايو ته هر نقشو ڇا ٿو ڏيکاري.

هيٺ ڏنل خانا تيار ڪري پريو.

| نقشي ۾ ڏيکاريل ايراضي | نقشو ڇا ٿو ڏيکاري |
|---|---|
| | |

## علامتون (نشانيون):

شڪل 1.7 ڏانهن نهاريو. اها گرين ٽائون جي تصوير آهي. ان ۾ ڪيتريون ئي گهڻيون ۽ عمارتون ڏيکاريل آهن. هتي وڻ به ڏيکاريا ويا آهن. هاڻي شڪل 1.8 ڏانهن ڏسو. اهو گرين ٽائون جو نقشو آهي. انهن نقشن تي خاص نشان ٽيل آهن، جيڪي عمارتن، رستن ۽ وڻن جي نشاندهي ڪن ٿا. اهڙن نشانن کي علامتون سڏبو آهي.

شڪل 1.7 گرين ٽائون جي تصوير

شڪل 1.8 گرين ٽائون جو نقشو

نقشي تي شين کي اصل حالتن ۾ ڏيکارڻ لاءِ نشانيون ڪم اينديون آهن. وڻ لاءِ ڪم ايندڙ نشاني آهي ۽ ريل جي پٽڙي ظاهر ڪرڻ لاءِ نشاني ڪتب اچي ٿي. ٻيون نشانيون جن شين لاءِ استعمال ڪيون وڃن ٿيون، اهي انهن جهڙيون نہ هونديون آهن. جيئن هيءَ نشاني ▌ ڪنهن عمارت لاءِ ۽ هيءَ نشاني ● ڪنهن شهر کي ڏيکاري ٿي.

لڪيرن ۽ نقطن کان سواءِ مختلف رنگ پڻ نشانين طور استعمال ٿيندا آهن. مثال طور نيرو رنگ پاڻي لاءِ ۽ ڳاڙهو ۽ ڪارو رنگ ماڻهن پاران ناهيل شين لاءِ استعمال ٿيندو آهي.

**سرگرمي:**

ٻہ خانا ناهيو هڪ خاني ۾ هنن شين جا نالا لکو: وڻ، ريل ۽ پٽڙي، ندي، عمارت، جبل، پل، ٻئي خاني ۾ هر هڪ شيءِ جي علامت ناهيو. پهريون توهان جي رهنمائيءَ لاءِ حل هيٺ ڏنل آهي.

| خانو ”الف“<br>شيءِ جو نالو | خانو ”ب“<br>علامت |
|---|---|
| وڻ | |

## ڪنجي يا ليجينڊ:

نقشن جي هيٺان هڪ فهرست ڏنل هوندي آهي، جهڙي هڪ توهان مٿين سرگرميءَ ۾ ناهي آهي. هن فهرست کي ڪنجي يا ليجنڊ سڏجي ٿو. هڪ ليجنڊ يا ڪنجي اسان کي نقشن تي استعمال ٿيل نشانين کي سڃاڻڻ ۾ مدد ڏئي ٿي. ان ذريعي نقشي تي آيل مختلف نشانين جو مقصد ۽ معنيٰ معلوم ٿئي ٿي. ليجنڊ يا ڪنجي اسان کي نقشن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ مدد ڏئي ٿي. ليجنڊ يا ڪنجي انتهائي اهميت رکي ٿي ڇو جو ساڳي علامت مختلف نقشن تي مختلف شين کي ظاهر ڪري سگهي ٿي. جيئن نقطو هڪ نقشي ۾ ڪنهن شهر کي ظاهر ڪري ٿو تہ ٻئي نقشي ۾ ڪنهن جڳهہ جي آباديءَ لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو.

## طرف:

نقشي سمجهڻ لاءِ، نقشي ۾ طرف ڏيکاريل هوندا آهن. اڪثر نقشن تي طرف ڏيکارڻ لاءِ هڪ خاص نشاني هوندي آهي. هن نشانيءَ کي ”قطب نمائي گلاب“ چوندا آهن. اها مکيه چار طرف اتر، ڏکڻ، اوڀرءَ اولهه ڏيکاري ٿي.

شڪل 1.9 قطب نمائي گلاب

”قطب نمائي گلاب“ ٻيا اهم طرف پڻ ڏسيندو آهي. اهي وچ وارا طرف هوندا آهن. شڪل 1.9 ۾ موجود ’قطب نمائي گلاب‘ ڏانهن نهاريو. اتر اوڀر لفظ ڳوليو. انهن لفظن جو مقصد اتر اوڀر آهي. چو جو اتر اوڀر، اتر ۽ اوڀر جي وچ واري طرف کي ڇئبو آهي. اهڙي طرح ساڳئي شڪل ۾ لفظ ڏکڻ اولهه تلاش ڪيو. انهن جو مقصد آهي ڏکڻ اولهه. چو جو ڏکڻ، اولهه، ڏکڻ ۽ اولهه جي وچ واري طرف کي ظاهر ڪري ٿو. هاڻي ڏکڻ اوڀر ڳوليو. انهن جو مقصد ڏکڻ اوڀر آهي. چوجو ڏکڻ ۽ اوڀرجي وچ واري طرف کي ڏکڻ اوڀر چئبو آهي. هاڻي اتر اولهه ڳوليو اهي لفظ ڪهڙي طرف جي نشاندهي ڪن ٿا؟

### سرگرمي:

پنهنجي اسڪول جي چوڌاري موجود جڳهين جا نالا لکو جيڪي چئن مکيه طرفن ۾ آهن: اتر، اوڀر، ڏکڻ ۽ اولهه ۽ وچ وارن طرفن ۾ موجود جڳهين جا نالا پڻ لکو: اتر اوڀر، ڏکڻ اوڀر، ڏکڻ اولهه ۽ اتر اولهه.

## پئمانو:

فرض ڪريو ته اسان کي دنيا جو نقشو ڪيڍو آهي. نقشي کي ڪڏهن به ان جي اصلي ماپ يا ايراضيءَ ۾ ٺاهي نٿو سگهجي. انهيءَ ڪري نقشي کي زمين جي متاچري جي اصل پکيڙ جي ننڍي شڪل سمجهيو وڃي ٿو. اوهان جيڪڏهن پنهنجي سُمهڻ واري ڪمري جو نقشو ڪاغذ جي ٽڪري تي ٺاهڻ چاهيو ٿا، ته اوهان ڇا ڪندا؟ اهڙيءَ حالت ۾ اسان کي ڪاغذ جي ماپ نظر ۾ رکي ڪمرو ٺاهڻو پوندو.

اچو تہ سِکون تہ اهو ڪيئن ٿيندو:

1. شڪل 1.10 ڏانهن ڏسو. اهو عائشہ جي ڪمري جو نقشو آهي.
2. شڪل 1.11 ڏانهن ڏسو. اها تصوير، شڪل 1.10 جي ننڍي ڪيل صورت آهي.
3. اسڪيل کڻو ۽ شڪل 1.10 ۾ ڏيکاريل پلنگ جي ماپ لهو. پلنگ 6 سينٽي ميٽر ڊگهو آهي.
4. ان جي ويڪر ماپيو. اهو 3 سينٽي ميٽر ويڪرو آهي.
5. انهيءَ ماپ کي گهٽائي اڌ ڪريو. ڊيگهہ ۽ ويڪر کي 2 سان ونڊ ڪريو. هاڻي ڊيگهہ ٿي 3 سينٽي ميٽر ۽ ويڪر بيني 1.5 سينٽي ميٽر.
6. اسڪيل جي مدد سان شڪل 1.11 ۾ پلنگ جي ڊيگهہ لاءِ 5 سينٽي ميٽر ڊگهي ليڪ ڪڍو.
7. ويڪر جي ماپ لاءِ 3 سينٽي ميٽر ڊگهي ليڪ ڪڍو. اها ئي سينٽي ميٽر ويڪر ٿيندي.

شڪل نمبر 1.10 عائشہ جو ڪمرو

شڪل نمبر 1.11 عائشہ جي ڪمري جو ننڍو نمونو

**سرگرمي:**

شڪل نمبر1.10 ۾ عائشہ جي پلنگ جو نقشو آهي. انهيءَ پلنگ جي ڊيگهہ ۽ ويڪر جي ماپ وٺو ۽ پنهنجي ڪاپيءَ ۾ پلنگ ناهيو. هاڻي ڊيگهہ ۽ ويڪر کي 2 سان ونڊ ڪريو ۽ پنهنجي ڪاپيءَ ۾ ننڍو پلنگ ناهيو.

پئماني ۾ نقشي تي موجود مفاصلي جي ڌرتي جي مٿاڇري جي اصلي مفاصلي سان ڀيٽ ڪئي ويندي آهي. پئماني کي مفاصلو (ڊيگهہ) ماپڻ لاءِ پڻ استعمال ڪيو ويندو آهي. پئماني کي هڪ لڪير جي شڪل ۾ ظاهر ڪري سگهجي ٿو. لڪيري پئمانو هڪ لڪير آهي، جيڪا ڪيترائي سينٽي ميٽر ڊگهي آهي ۽ اها هڪ جيترن حصن ۾ ورهايل آهي. شڪل1.12 ۾ 0 ۽ 100 ڪلو ميٽرن جي وچ ۾ 2 سينٽي ميٽرن جو مفاصلو آهي. ان جو مطلب تہ نقشي ۾ ڏنل 2 سينٽي ميٽر زمين جي 100 ڪلو ميٽرن جي برابر آهن يا نقشي ۾ موجود 1 سينٽي ميٽر زمين جي 50 ڪلو ميٽرن جي برابر آهي.

شڪل 1.12 ليڪ-ماپڻي يا خطي پئمانو

**سرگرمي:**

شڪل 1.6 ۾ ڪراچي ۽ لاهور جي وچ ۾ مفاصلي کي ماپيو. نقشي ۾ ڪيترو مفاصلو آهي؟ حقيقي مفاصلو ڇا آهي؟

# اختصار

هِن باب ۾ اسان هيٺيون ڳالهيون سِکيون آهن:

- گلوب (ڌرتيءَ جو گولو) زمين کي ظاهر ڪندو آهي.
- گلوب تي اسين ست کنڊ ۽ پنج سمنڊ ڏسي سگهون ٿا.
- اتر جو مطلب اتر قطب آهي ۽ ڏکڻ **جو مطلب ڏکڻ** قطب آهي.
- مٿي جو مطلب زمين کان پري ۽ هيٺ جو مطلب زمين طرف.
- نقشو ڪنهن زمين جو اهڙو خاڪو آهي،جو جڇ تہ اسين سڌا ان جي مٿان بيٺا آهيون.
- اسين نقشي جا عنصر: عنوان، ڪنجي يا ليجنڊ، قطب نما ۽ پئمانو استعمال ڪري نقشي کي پڙهندا ۽ سمجهندا آهيون.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. گلوب ۽ نقشي جي وصف بيان ڪريو.
2. گلوب ۽ نقشي ۾ ڪي ٻه ٽي فرق معلوم ڪريو.

### نقشن ڪي سمجهڻ واري مهارت مطابق سنڌ جو نقشو سمجهڻ

(الف) هن نقشي جي عنوان ڪي ڏسو، اهو اسان کي نقشي بابت ڇا ڏسيندو؟

(ب) ڪنجي يا سمجهاڻي ڇا ٿي ڏيکاري؟

3. نقشي ڏانھن نھاريو ۽ فرض ڪريو تہ توھان ضلعي شھيد بينظير آباد ۾ آھيو.

(الف) معلوم ڪريو تہ چئن مکيہ طرفن (اتر، اوڀر، ڏکڻ ۽ اولھ) ۾ ڪھڙا ضلعا واقع آھن.

(ب) اھو پڻ معلوم ڪريو تہ وچ وارن طرفن (اتر اوڀر، ڏکڻ اوڀر، ڏکڻ اولھ ۽ اتر اولھ) ۾ ڪھڙا ضلعا واقع آھن.

4. (الف) نقشي ۾ جامشوري ۽ سانگھڙ ضلعن جي وچ واري مفاصلي کي ماپيو ۽ ان کي لکو.

(ب) نقشي تي پئماني کي استعمال ڪريو ۽ جامشوري ۽ سانگھڙ ضلعن جي وچ ۾ حقيقي مفاصلو لکو.

5. پينسل جي پيتي (باڪس) کڻو.

(الف) پنھنجي ڪاپيءَ تي ان جو خاڪو ڪيو.

(ب) ھڪ ٻيو خاڪو ڪيو جنھن ۾ وڌائي ان کي ٻيڻي ماپ جو ڪريو.

(ج) ٻنھي خاڪن جي ڊيگھ ۽ ويڪر ماپيو.

6. پاڪستان جي خاڪي ۾ سنڌ جون حدون نروار ڪريو.

7. پنھنجي ڪلاس روم جو نقشو ٺاھيو. ان ۾ نقشي جا سڀ جزا: عنوان، ليجنڊ يا ڪنجي علامتن سان گڏ لکو ۽ ٻڌايو تہ اھي ڇا ٿا ظاھر ڪن.

8. دنيا جو نقشو ڪيو، ان ۾ کنڊن ۽ سمندن جا نالا لکو.

# سنڌ جي تاريخ

### شاگردن جي سکڻ جا نتيجا

هن باب جي پُڄاڻيءَ تي شاگرد ان لائق ٿيندا تہ:

- صوبي جا اهم تاريخي واقعا بيان ڪري سگهن.
- مقامي ۽ صوبي جي اهم تاريخي واقعن جي وقت تي چارٽ جي وضاحت ڪري سگهن.
- مقامي ۽ صوبي جي اهم تاريخي واقعن جي وقت جو چارٽ ٺاهي سگهن.
- ماضيءَ جي واقعن مان سماجي مسئلن ۽ انهن جي حل جي باري ۾ معلوم ڪري سگهن.
- ماضيءَ ۾ مسئلن جي ڪڍيل حل جا مختصر دور۽ دور رس اثر ٻڌائي سگهن.
- صوبي جي ماڻهن جي وقت سان گڏ ڪيل ترقيءَ جي نشاندهي ڪري سگهن.
- اهم تاريخي واقعن جي ان وقت ۽ موجوده دؤر ۾ اثرن جي نشاندهي ڪري سگهن.
- نقشن جي مدد سان اهم تاريخي واقعن جي جاگرافيائي بيهڪ بيان ڪري سگهن.
- اهم تاريخي واقعن جي باري ۾ پنهنجو نقطۂ نظر ٻڌائي سگهن.
- ڪن بہ ٻن صوبن جي عام رواجي زندگيءَ ۾ فرق بيان ڪري سگهن.
- فوٽوگرافن، خطن ۽ پنهنجي خاندان جي ماڻهن سان انٽرويو جي ذريعي اهم ذاتي تاريخي (پنهنجي صوبي، خاندان ۽ اسڪول جي) ڪهاڻي تيار ڪري سگهن.

باب پهريون

# سنڌ جي تاريخ

سنڌ جي قديم تاريخ آهي، جيڪا 5000 هزار سالن تي ٻڌل آهي. هتي مختلف دؤرن ۾ مختلف ماڻهو رهندا آيا آهن. ايندڙ ڪجهه صفحن ۾ اسين سنڌ جي قديم تاريخ بابت پڙهنداسين.

### پٿر وارو دؤر:

هزارين سال اڳ هتي ماڻهو جنهن زمين تي آباد ٿيا، اها سنڌ آهي. اهي ڪاڏي ۽ اجهي جي تلاش ۾ هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڏانهن هلندا رهيا. انهن شڪار ڪرڻ ۽ ڪاٺين وڍڻ لاءِ پٿر جا سادا هٿيار ناهي ڪتب آندا. اهوئي سبب آهي جو ان دؤر کي پٿر وارو دؤر سڏجي ٿو.

شڪل 2.1 پٿر جي زماني ۾ ماڻهن جي رهڻي ڪَهڻي

شڪل 2.2 پٿر جي نئين زماني ۾ ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي

### پٿر جو نئون دؤر:

گهڻي وقت پڄاڻان ماڻهن وڏيڪ ڪارائتا اوزار ناهڻ شروع ڪيا. هنن کاڌ خوراڪ لاءِ پوکون پوکيون ۽ مال ڌاريو. هنن ڪاٺ ۽ ڪچين سرن مان گهرن اڏڻ جو هنر سکي ورتو. هو هنڌ پٽڪڻ بجاءِ هڪ ماڳ تي ويهي رهيا. اهي سنڌ جا اوائلي ڳوٺ ۽ شهر هئا. هن دؤر کي پٿر جو نئون دؤر سڏجي ٿو.

## سنڌو ماٿريءَ واري تهذيب:

سنڌ جي پهرين تهذيب جنهن بابت ڄاڻ ملي ٿي،اها سنڌو ماٿريءَ واري تهذيب آهي. جيئن نالي مان ظاهر آهي تہ اها تهذيب سنڌو نديءَ جي ڪناري تي آباد ٿي. 1922ع ۾ لاڙڪاڻي ويجهو سنڌوءَ جي الهندي ڪناري وارن رهاڪن ڪي پراڻا سڪا ۽ سرون لڌيون. اهي شيون قديم آثارن جي ماهرن کي ڏيکاريون ويون، جن سمجهيو تہ هي قديم تهذيب جا آثار ٿي هوندا آهن. انهن زمين جي کوٽائي شروع ڪئي. کوٽائيءَ مان اها خبر پئي تہ 5000 سال اڳ سنڌو نديءَ جي ڪناري تي ماڻهن رهڻ شروع ڪيو. انهن ماڻهن سنڌ ماٿريءَ جي تهذيب جا سڀ کان اوائلي شهر ٺاهڻ شروع ڪيا. موئن جو دڙو انهن شهرن مان هڪ آهي.

شڪل 2.3 موئن جي دڙي ۾ پاڻيءَ جو کوھ

شڪل 2.4 موئن جي دڙي ۾ پڪين سِرن سان ٺهيل گهر ۽ گندي پاڻيءَ جي نيڪال جو بندوبست

شهر انتهائي وڏي رٿابندي سان ٺهيل هو جنهن ۾ ويڪرا رستا، عمارتون ۽ گهر موجود هئا. عمارتون ۽ گهر پڪين سرن جا ٺهيل هئا. پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ کوھ ۽ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ سنو بندوبست هو.

گهرن اندران زيور، گلدان، رڌ پچاءُ جو سامان، مٽيءَ جا رانديڪا، پٿر ۽ ڪَنجهي يا ڪُٽِ جو سامان لڌو ويو. هتان ننڍڙن جا نهيل ٻارن جا رانديڪا پڻ مليا آهن.

پٿر جي مُهرن جو هڪ وڏو تعداد پڻ هٿ آيو آهي. جن تي تصويرون ۽ لکتون آهن. تاريخي ماهر سمجهي نه سگهيا آهن ته انهن جو مطلب ڪهڙو آهي.

موئن جي دڙي جا ماڻهو اڪثر هاري هئا. اهي چانور، ڪڻڪ ۽ جوئر جو فصل پوکيندا هئا. اهي ماڻهو هنرمند ۽ واپاري هئا. اهي واپاري ايران، عراق ۽ انڊيا جي ماڻهن سان واپار ڪندا هئا.

شروع ٿيڻ کان 800 سال پوءِ، سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب ختم ٿي. اڄ تائين اسان کي اها خبر نه پئجي سگهي آهي ته اِها تهذيب ڪيئن ختم ٿي.

ڪجهه تاريخدانن جو خيال آهي ته آرين سان جنگين جي نتيجي ۾ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جو

شڪل 2.5 موئن جي دڙي مان مليل زيور ۽ تصويري علامتن واريون سِرون ۽ رانديڪا

### سرگرمي

پٿر واري زماني جي ماڻهن ۽ سنڌو ماٿريءَ واري ماڻهن جي زندگي گذارڻ جي طريقي جي ڀيٽ ڪريو. ٻُڌايو ته اُن ۾ ڪهڙي هڪجهڙائي ۽ فرق هو.

### ڇا توهان کي خبر آهي؟

ماڻهن جي ڪنهن خاص هنڌ ۽ وقت تي رهڻي ڪَهڻي کي تهذيب سڏجي ٿو.

**استاد لاءِ هدايت:** ايشيا جي نقشي تي ايران ۽ عراق ڳولڻ ۾ ٻارن جي مدد ڪئي وڃي، انهن کي ٻڌايو وڃي ته ٻهرئين باب ۾ ڏنل نقشن بابت سمجهاڻيءَ واريون مهارتون ڪم آڻين.

خاتمو ٿيو. ڪجهه ماهرن جو خيال آهي ته سنڌو نديءَ پنهنجو رستو تبديل ڪيو هوندو ۽ ان علائقي کي ٻوڙي ڇڏيو هوندو يا ڪا موتمار بيماري ان تهذيب جي خاتمي جو سبب بڻي.

آريا:

سنڌ ۾ آريا تهذيب ٻئي دؤر ۾ آئي. آريا وچ ايشيا ۽ اوڀر يورپ کان آيا ۽ سنڌ فتح ڪيائون. سنڌ جي ماڻهن وانگر ڳوٺن ۾ رهيا ۽ پوکي راهي ڪيائون جيئن ڪڻڪ ۽ جَوَ وغيره. ڳوٺ وقت سان گڏ شهرن ۾ ۽ شهر رياستن ۾ تبديل ٿيڻ لڳا. هرهڪ رياست مٿان هڪ راجا راڄ ڪندو هو. رياست ۾ رهندڙ ماڻهو مختلف ڌنڌن ۾ ورهايل هوندا هئا. (ڪم ڪار موجب جيڪو اڳتي هلي ذات پات وارو سلسلو بڻجي پيو. (شڪل 2.6 ڏانهن نهاريو).

## ذات پات وارو نظام

آريا سماج چئن ذاتين ۾ ورهايل هو. سڀ کان اوچي ذات برهمڻ هئي جيڪا پوڄارين، ڏاهن ۽ فلسفن جي هئي. ان کان پوءِ ٻي وڏي اهميت واري ذات کشتري هئي جنهن ۾ روڏا ويڙهاڪ (جرنيل) اڳواڻ ۽ حڪمران شمار ٿيندا هئا. ٽي ذات ويش هئي. ان ذات ۾ واپاري، هنرمند ماڻهو ۽ هاري شامل هئا. آريا سماج ۾ چوٿين ذات شودر هئي. شودر مزدوري ۽ ٻين ذاتين لاءِ نوڪر جو ڪم ڪندا هئا. ان کانسواءِ هڪ طبقو اهڙو به هو جنهن کي اڇوت سڏبو هو جن کي هٿ لائڻ گناهه سمجهيو ويندو هو. حقيقت ۾ انهن کي ڪابه ذات پات نه هئي ۽ اهي ذات جي دائري مان خارج ڪيل سمجهيا ويندا هئا. انهن کان نيچ ڪم ورتا ويندا هئا جيئن رستن ۽ ٽوائليٽ جي صفائي، جوتا ڳنڍڻ ۽ مئل جانورن سان منهن ڏيڻ. ڌار ڌار طبقن جي ماڻهن کي هڪ ٻئي سان ملڻ، گڏجي ڪم ڪرڻ ۽ شادي ڪرڻ جي اجازت نه هئي.

شڪل 2.6 ذات پات وارو نظام

**سرگرمي:**

ڊرامي وسيلي هڪ سماج جيڪو ذات پات موجب زندگي گذاريندو هجي ڏيکاريو وڃي ۽ ڊرامي ۾ چئن ئي ذاتين ۽ اڇوتن مان هر هڪ جي زندگي ۽ ڪم ڪار کي ڏيکاريو وڃي. ڊرامي ۾ توهان مان فقط هڪ يا ٻه برهمڻ، ڪجهه کشتري ۽ اڪثر شودر ۽ اڇوت جو ڪردار ادا ڪن. ڊرامي ڪرڻ کان پوءِ پاڻ ۾ خيالن جي ڏي وٺ ڪيو ته توهان ذات پات واري نظام جي باري ۾ ڇا ٿا سوچيو. اهو ڪيترو صحيح هو؟ ڇا اهڙو نظام هن وقت سنڌ ۾ رائج آهي؟

## مسلمانن جو اچڻ:

712ع ۾ مسلمانن سنڌ فتح ڪئي. اسلامي لشڪر جي سپهه سالار محمد بن قاسم جي اڳواڻيءَ هيٺ سنڌ کي فتح ڪيو ويو. اهو سڀ ڪيئن ٿيو؟

ٻيڙين جو هڪ جٿو جنهن تي عرب واپاري، سندن مال ۽ عراق جي حڪمران (گورنر) حجاج بن يوسف لاءِ سريلنڪا جي حڪمران طرفان قيمتي تحفا هئا، انهن تي سنڌ جي بندرگاهه ديبل وٽ سامونڊي ڌاڙيلن حملو ڪيو.

شڪل 2.7 محمد بن قاسم

مسافرن کي قيد ڪيو ويو ۽ سندن سامان جي ڦرلٽ ڪئي وئي. حجاج بن يوسف سنڌ جي راجا ڏاهر کي چورائي موڪليو تہ سامونڊي ڦورن کي سزا ڏني وڃي، قيدين کي آزاد ڪرايو وڃي ۽ تمام سامان (ڦر ٽيل) جي واپسي کي ممڪن بنايو وڃي، پر راجا ڏاهر انڪار ڪري ڇڏيو. انهي ڪري حجاج بن يوسف،محمد بن قاسم کي راجا ڏاهر جي سلطنت تي حملي ڪرڻ لاءِ موڪليو.

محمد بن قاسم لشڪر ۽ هٿيارن سميت ديبل پهتو. انهن ديبل تي منجنيق ذريعي گولا هنيا ۽ شهر فتح ڪري ورتو. عرب واپاري (قيدي) ٽوڙي سندن ڪٽنب آزاد ڪرايا ويا. محمد بن قاسم ۽ سندس لشڪر سگهو ئي پوءِ رهيل سنڌ بہ فتح ڪري ورتي. فتحن جو اهو سلسلو ڏکڻ پنجاب ۾ ملتان تائين جاري رهيو ۽ فتح ڪيل سمورو علائقو هڪ نئين صوبي جي حيثيت سان خلافت ۾ شامل ٿي ويو.

شڪل 2.8 منجنيق

نون حڪمرانن سنڌ جي ماڻهن سان سٺو ورتاءُ ڪيو، اهو ڏسي ڪيترائي ماڻهو مسلمان ٿيا. هن دور ۾ ننڍي کنڊ ۽ عرب ملڪن جي وچ ۾ واپار وڌيو. خيالن جي مٽا سٽا ٿي ۽ ماڻهن هڪ ٻئي کان گهڻو ئي سِکيو.

**استاد لاءِ هدايت:** آريا سماج جي ذات پات واري نظام ۾ برهمڻ اوچي ۾ اوچي ذات سمجهيا ويندا هئا. ان کان پوءِ کشتري اهميت واري ذات هئي. داسا جنهن جي معنيٰ آهي غلام سماج ۾ نيچ سمجهيا ويندا هئا.
ڌار ڌار طبقن جي ماڻهن کي هڪ ٻئي سان گڏجڻ جي اجازت نہ هئي. هو ڏنڌي،مرتبي ۽ شادين لاءِ ڌار ڌار گروهن ۾ ورهيل هئا. اهڙيءَ طرح ذات پات واري نظام جي شروعات ٿي.

محمد بن قاسم کان پوءِ ڪيترن ئي مسلمان حاڪمن سنڌ تي حڪومت ڪئي. شڪل 2.9 ۾ وقت جي پٽيءَ ۾ ڪجھ حڪمران خاندانن جو حڪومتي دؤر ڏجي ٿو.

**غزنوي دؤر**
(1026ع کان1050ع)

محمود غزنويءَ سنڌ فتح ڪئي ۽ ان کي پنهنجي سلطنت سان ملائي ڇڏيائين.

**سومرا دؤر**
(1050ع کان 1351ع)

سلطان دودي سومري جو مقبرو

سومرن سنڌ تي 300 سالن کان وڌيڪ حڪومت ڪئي.

**سمان دؤر**
(1351ع کان1520ع)

ڄام نظام الدين سمي جو مقبرو

سمن،سومرن کان سنڌ فتح ڪري 175 سالن تائين حڪومت ڪئي.

**مختلف حڪمرانن جو دؤر**
(1520ع کان1591ع)

عيسيٰ ترخان جو مقبرو مڪلي (ٺٽو)

ٻين ڪيترن ئي حڪمرانن جهڙوڪ شاھ بيگ ارغون، شاھ حسن ارغون ۽ مرزا عيسيٰ ترخان وغيره حڪومتون ڪيون.

**مغل دؤر** (1591ع کان 1701ع)

مغل بادشاھ اڪبر 1591ع ۾ سنڌ فتح ڪئي ۽ ان کي پنهنجي شهنشاهيت جو حصو بڻائي ڇڏيائين.

**ڪلهوڙا دؤر** (1701ع کان 1783ع)

1701ع ۾ سنڌ تي ڪلهوڙن جي حڪومت شروع ٿي. ڪلهوڙن حيدرآباد کي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ بڻايو ۽ هڪ قلعو تعمير ڪرايو، جيڪو اڄ به پڪي قلعي جي نالي سان مشهور آهي.

**ٽالپر دؤر** (1783ع کان 1843ع)

ٽالپرن 1783ع ۾ ڪلهوڙن کان اقتدار حاصل ڪري ورتو.

شڪل 2.9 سنڌ تي مختلف مسلمانن جي حڪومت جي دؤر جي وقت جي پٽي

مسلمان حڪمرانن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ ڪيترائي ترقياتي ڪم ٿيا جهڙوڪ ٽپال جو نظام رائج ٿيو، تعليم ۽ آرٽ ۾ واڌارو آيو، مسجدون ۽ قلعا ٺاهيا ويا، واهه کوٽايا ويا ۽ اسڪول کوليا ويا.

شڪل 2.10 شاهجهان مسجد ٺٽو، عمرڪوٽ جو قلعو عمر ڪوٽ

## سنڌ ۾ انگريزن جو اچڻ:

مغلن جي دؤر ۾ انگريز واپاري ٿي سنڌ ۾ آيا. هنن کي هتي واپار جي اجازت ڏني وئي. سگهوئي سنڌ جي ماڻهن جو هنن تان اعتبار کڄي ويو ۽ انهن کي واپار ڪرڻ کان روڪيو ويو. انگريز ان تي ناراض ٿي پيا.

1839ع ۾ انگريزن ڪراچيءَ تي زوريءَ قبضو ڪري ورتو. هنن اهو قبضو ٽالپُرن کان ورتو.
1843ع ۾ انگريزن ۽ ٽالپُرن جي وچ ۾ سنڌ ۾ حيدرآباد ويجهو مياڻيءَ نالي هنڌ تي جنگ لڳي. انگريزن جي فتح ٿي ۽ سڄي سنڌ انگريزن جي راڄ جو حصو بڻجي وئي.

حڪومت هلائڻ ۾ آساني پيدا ڪرڻ خاطر انگريزن هندستان کي ننڍن ننڍن انتظامي ڀاڱن ۾ ورهائي ڇڏيو. سنڌ جو انتظام بمبئي پريزيڊنسيءَ (بمبئي پرڳڻي) جي هٿ هيٺ اچي ويو. انهي ڪري وڏو ڦيرو اچي ويو. گورنر جي آفيس حيدرآباد بدران بمبئي ۾ رکي وئي. ڪامورا گهڻو ڪري ٻاهريان هوندا هئا. هو هتان وارن ماڻهن جي ڪم ڪار هلائڻ وارن طريقن کي سمجهي نہ سگهيا. هتان جي ماڻهن اها ڳالهه ناپسند ڪئي.

پنهنجي حڪومت جي دؤر ۾ انگريزن جديد مواصلاتي نظام، روڊ ۽ ريلوي لائينون وڇايون. تار جو سرشتو شروع ڪيوويو. واھ کوٽايا ويا جيئن سنڌو نديءَ جو پاڻي زراعت لاءِ ڪتب آڻي سگھجي. هنن سنڌي زبان جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ هڪ پاليسي ناهي، جنهن هيٺ تعليم لاءِ مادري زبان کي اهميت ڏني وئي. 1853ع ۾ سنڌي رسم الخط منظور ڪيو ويو، جيڪو اڄ بہ رائج آهي. ان کان سواءِ ڪيترائي اسڪول ۽ ڪاليج بہ کوليا ويا تہ جيئن ماڻهو تعليم حاصل ڪري سگهن. ڪورٽون ۽ ٿاڻا قائم ڪيا ويا، جيئن ماڻهن کي تحفظ ملي ۽ انصاف پلئي پوي.

سکر بئراج

ڪوٽڙي پل

سيشن ڪورٽ، حيدرآباد

ڪي ايم سي ڪراچي

فريئر هال ڪراچي

ايمپريس مارڪيٽ ڪراچي

شڪل 2.11 سنڌ ۾ انگريزن جي دؤر جا ڪجھ ترقياتي ڪم

### آزاديءَ ۽ پاڪستان جو نهڻ:

جيتوڻيڪ انگريزن جي دور ۾ گهڻي ترقي ٿي، پر سنڌ جا ماڻهو خوش نہ هئا. هنن کي آزادي گهربل هئي. هتي وارن ماڻهن هڪ تنظيم سنڌ محمدن ايسوسيئيشن نالي جوڙي پنهنجي حقن لاءِ جاکوڙ شروع ڪري ڏني. 1936ع ۾ سنڌن جدوجهد ڪاميابي ماڻي ورتي. سنڌ کي ڌار صوبي جو درجو ڏنو ويو. 1938ع ۾ سنڌ مسلم ليگ هڪ الڳ وطن جي ڳالهہ ڪئي، جنهن ۾ حڪومت ڪرڻ وارا مسلمان هجن. 23 مارچ 1940ع تي لاهور ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ مسلمانن جي اڪثريت وارن علائقن لاءِ الڳ وطن جو نهراءُ منظور ڪيو ويو. اسان انهي نهراءَ کي پاڪستان جو نهراءُ سڏيندا آهيون ۽ هر سال اهو ڏينهن ”پاڪستان جو ڏينهن“ ڪري ملهائيندا آهيون. 1943ع ۾ سنڌ جي قانون ساز اسيمبليءَ هڪ نهراءُ بحال ڪيو، جنهن ۾ پاڪستان ناهڻ جي گهر ڪئي وئي. 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان وجود ۾ اچي ويو.

قائد اعظم محمد علي جناح
پاڪستان جو باني ۽ پهريون
گورنر جنرل

سر عبدالله هارون
خلافت تحريڪ ۽ سنڌ
مسلم ليگ جو اڳواڻ

مولانا دين محمد وفائي 1920ع ۾
الوحيد اخبار ڇاپي وطن جي
آزاديءَ لاءِ ڪوشش ڪئي.

ليڊي نصرت هارون سنڌ جي
مسلمان عورتن ۾ سياسي
سجاڳي پيدا ڪندڙ

جي ايم سيد پاڪستان جي قيام
لاءِ جدوجهد ڪئي. سندس ئي
ڪوشش جي نتيجي ۾ سنڌ
اسيمبليءَ 1943ع ۾ پاڪستان
جي حق ۾ نهراءُ منظور ڪيو.

غلام محمد ڀرڳڙي
1918ع ۾ سنڌ مسلم ليگ
جو پهريون صدر

بيگم رقيہ شمس الدين
پاڪستان جي قيام جي
جدوجهد لاءِ انتهائي
اهم ڪردار ادا ڪيو

شڪل2.12 سنڌ جون ڪجهہ شخصيتون جن پاڪستان نهڻ ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪيو.

### سنڌ آزادي کان پوءِ:

پاڪستان جي نهڻ کان پوءِ سنڌ ۾ ڪافي تبديليون آيون. سنڌ جي گاديءَ واري شهر ڪراچيءَ کي پاڪستان جي گادي بنايو ويو. هتان جي آبادي وڌڻ لڳي، ڇاڪاڻ ته روزگار جي ڏس ۾ ماڻهو هتي آيا. آبپاشيءَ جي سرشتي ۾ بهتري آئي ۽ زرعي پيداوار ۾ واڌارو آيو. نين صنعتن جو ڄار وڇايو ويو. خاص ڪري سنڌ جي شهري علائقن ۾ اڳ کان وڌيڪ ٻار اسڪولن ۾ وڃڻ لڳا.

جناح بين الاقوامي هوائي اڏو، ڪراچي

ڪوٽڙي بئراج ڄامشورو

فوجي فرٽيلائيزر فيڪٽري،ميرپور ماٿيلو

ايگريڪلچر يونيورسٽي،ٽنڊو ڄام

شڪل 2.13 قيامِ پاڪستان کان پوءِ سنڌ ۾ تبديليءَ جا چند منظر

## اختصار

هِن باب ۾ اسان هيٺيون ڳالهيون سِکيون آهن.

- قديم زماني (پٿر جي دؤر) کان سنڌ جي تاريخ ۽ تاريخ هر دؤر جي حڪمرانن، ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ هر دور ۾ ٿيل اهم ترقين جي نشاندهي.
- آزاديءَ ۽ پاڪستان جي نهڻ ۾ سنڌ جو ڪردار.

## مشق

### (الف) خال ڀريو:

1. صفحي 23 تي ڏنل مختلف خاندانن جي حڪومتي دورن کي پڙهو ۽ هيٺيان خال ڀريو.

i) محمود غزنوي سن _________ ۾ سنڌ فتح ڪئي.

ii) سن _________ کان _________ تائين سنڌ تي سومرن حڪومت ڪئي.

iii) سن _________ کان _________تائين سنڌ تي ڪلهوڙن حڪومت ڪئي.

iv) 1591ع ۾ _________ سنڌ فتح ڪئي.

v) ٽالپرن سنڌ جو اقتدار _________ کان حاصل ڪيو.

vi) سن_________ کان _________ تائين سنڌ تي سمن حڪومت ڪئي.

### (ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

اثر بيان ڪريو:

i) محمد بن قاسم جو 711ع ۾ سنڌ اچڻ ۽ ان جو اڄ جي سنڌ تي اثر.

ii) انگريزن جو 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ ۽ ان جا موجوده سنڌ تي اثر.

2. سنڌو تهذيب جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ ۽ اڄ جي سنڌ جي ڳوٺن جي ماڻهن جي زندگيءَ جي ڀيٽ (هڪ جهڙايون ۽ فرق) بيان ڪريو.

3. سنڌ ۽ پنجاب جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ جي ڀيٽ ڪريو، هڪجهڙايون ۽ فرق لکو.

(الف) کاڌو جيڪو اهي کائين ٿا.

(ب) ڪپڙا جيڪي اهي پهرين ٿا.

(ج) ڏڻ جيڪي اهي ملهائين ٿا.

(د) رانديون جيڪي اهي کن ٿا.

(هه) زبانون جيڪي اهي ڳالهائين ٿا.

توهان پنهنجا جواب هيٺ ڏنل جهڙي ٽيبل ۾ ڏئي سگهو ٿا.

| | فقط سنڌ ۾ | سنڌ ۽ پنجاب ٻنهي ۾ ساڳيو | فقط پنجاب ۾ |
|---|---|---|---|
| کاڌو پيتو | | | |
| ڪپڙا | | | |

4. انگريز ڀريائين سنڌ ۾ ڪهڙي مقصد سان آيا؟

5. 1947ع ۾ آزاديءَ کان پوءِ سنڌ جي ماڻهن ڪيئن ۽ ڪهڙي طريقي سان ترقي ڪئي آهي؟

(ج) هيٺ ڏنل ٽيبل جهڙي هڪ ٽيبل ناهيو. ان ۾ ڏسيو تہ سنڌ جي ماڻهن هر تاريخي دور ۾ ڪهڙن سماجي مسئلن کي منهن ڏنو ۽ انهن مسئلن جو ڪهڙو حل ڳولي ڪڍيائون. گڏوگڏ اهو بہ لکو تہ انهن پيچيدين جا ڪهڙا اثر پيا. پهريون توهان جي رهنمائي لاءِ حل ڪيل آهي.

| تاريخي دؤر | سماجي مسئلا | حل | انهن جا اثر |
|---|---|---|---|
| پٿر وارو دؤر | ڪاڌي ۽ اجهي جي اڻهوند | سنا اوزار ۽ هٿيار ناهيائون. پوکي راهي سگهيا ۽ ڪاڌي لاءِ چوپايو مال ڌارڻ شروع ڪيائون. ڪاٺ ۽ ڪچين سرن مان گهر ٺاهڻ شروع ڪيائون. | اوزارن ۽ هٿيارن جو استعمال جاري رکيائون پر انهن کي وڌيڪ مؤثر بنايائون. زراعت جي ذريعي هر ڪنهن کي کاڌو ميسر ٿيو. اڄڪلهہ اڪثر ماڻهو ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهن ٿا. |
| سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب | | | |

## (د) عملي ڪم

1. فرض ڪريو تہ توهان سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب واري دؤر ۾ موئن جي دڙي جا رهواسي آهيو. جديد دؤر جي سنڌ جي چوٿين ڪلاس جي شاگردن ڏانهن هڪ خط لکو ۽ انهن کي پنهنجي زندگيءَ جي باري ۾ ٻڌايو.

2. هن ريت هڪ ٽائيم لائين (وقت جو چارٽ) تيار ڪريو.

700ع 800ع 900ع 1000ع 1100ع 1200ع 1300ع 1400ع 1500ع 1600ع 1700ع 1800ع 1900ع

مختلف رنگن وارين پينسلن کي ڪتب آڻيو ۽ ڏيکاريو:

(i) سن جنهن ۾ محمد بن قاسم سنڌ ۾ آيو.
(ii) سن جنهن ۾ محمود غزنويءَ سنڌ فتح ڪئي.
(iii) سن جنهن ۾ سنڌ تي سومرن جي حڪومت رهي.
(iv) سن جنهن ۾ سمن سنڌ تي حڪومت ڪئي.
(v) سن جڏهن ڪلهوڙن جي سنڌ تي حڪومت رهي.

(vi) سن جيڪو سنڌ ۾ ٽالپرن جو راڄ ڏيکاري.
(vii) سن جڏهن سنڌ برطانوي شهنشاهيت جو حصو بڻجي وئي.
(viii) سن جڏهن کان انگريز سنڌ جا حڪمران ٿيا.
(ix) سن جڏهن پاڪستان وجود ۾ آيو.

3. هڪ ٽائيم لائين (وقت جو چارٽ) ٺاهي ان ۾ جنهن ضلعي ۾ توهان رهو ٿا، ان جا اهم واقعا لکو.

4. (الف) سنڌ جو نقشو ٺاهيو. نقشي ۾ هيٺين جڳهين ڳوليو.

(i) موئن جو دڙو
(ii) ديبل
(iii) حيدرآباد
(iv) مياڻي
(v) ڪراچي

4. (ب) باب کي پڙهي ٻڌايو تہ اهي جڳهيون سنڌ جي تاريخ ۾ ڇو اهميت واريون آهن.

## (هہ) تحقيقات

1. ڪجهہ سوالن جي مدد سان پنهنجي خاندان جي باري ۾ معلومات حاصل ڪريو (جيئن توهان ڪڏهن ۽ ڪٿان شادي ڪئي) پنهنجي والدين کان پڇو، انهن کان خاندان جي تصويرن جو البم وٺو ۽ ان تي غور ڪيو تہ توهان ان مان پنهنجي خاندان جي باري ۾ ڇا سکي سگهو ٿا. حاصل ڪيل معلومات جي ذريعي پنهنجي خاندان جي ڪهاڻي لکو.
2. (الف) پنهنجي رهائشي علائقي جي تاريخ لکو. هن سلسلي ۾ پنهنجي والدين يا وڏي ڄمار وارا ماڻهو جيڪي آڳاٽي وقت کان رهن ٿا، انهن جا انٽرويو ڪريو ۽ پنهنجي علائقي جي تاريخ ترتيب ڏيو.
(ب) پنهنجي علائقي جو نقشو ڪڍي ان ۾ هن وقت جون اهم جايون ڏيکاريو.

## (و) اضافي سرگرمي:

سنڌ صوبي بابت معلومات گڏ ڪري فائيل ۾ رکو ۽ سڄو سال اهو مواد گڏ ڪندا رهو. سال جي پڄاڻيءَ تي پنهنجي ڪلاسين سان گڏجي گڏ ڪيل معلومات کي جدا جدا قسمن ۾ ورهايو. پنهنجي اسڪول ۾ نمائش جو انتظام ڪري ٻين ڪلاسن وارن کي نمائش ڏسڻ جي دعوت ڏيو. نمائش ۾ موجود شين جي سمجهاڻي يا وضاحت ڪندا هلو.

# سنڌ جي ماڻهن ۽ زمين جو هڪٻئي سان لاڳاپو

### شاگردن جي سکڻ جا نتيجا

هن باب جي پُڄاڻيءَ تي شاگرد ان لائق ٿيندا تہ:

- صوبي جي مختلف طبعي **بيھڪ** (ميداني علائقن ۽ جبلن) جا نالا بيان ڪري سگهن.
- سنڌ جي نقشي تي صوبي جي طبعي ڀاڱن جي بيھڪ بيان ڪري سگهن.
- جدول جي صورت ۾ طبعي ڀاڱن جي بيھڪ ۽ اتان جي مقامي ماڻهن لاءِ انهن ڀاڱن جي اهميت بيان ڪري سگهن.
- آبادي، آدمشماري ۽ لڏپلاڻ جهڙن اصطلاحن کي سمجهي سگهن.
- آدمشماريءَ جي اهميت کي بيان ڪري سگهن.
- صوبي جي گهاٽي ۽ ڇڊي آباديءَ وارن علائقن جي نشاندهي ڪري سگهن.
- مختلف صوبن ۾ آباديءَ جي واڌ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل مسئلن کي بيان ڪري سگهن.
- اهو سمجهي سگهن تہ ماڻهن جي مختلف ڪمن (ٻيلن جي ڪٽائي، عمارتون ۽ ڊيم ناهڻ) جي نتيجي ۾ ڪيئن قدرتي ماحول متاثر ٿئي ٿو.
- قدرتي عملن جي نتيجن ۾ زمين تي ايندڙ تبديلين کي سمجهي سگهن.
- زمين تي آيل تبديليون کھڙيءَ ريت زمين تي رهندڙ ماڻهن تي اثرانداز ٿين ٿيون.
- سماجي ايراضيءَ وارن ڪن بہ ٻن نقشن جي ڀيٽ ڪري، انهن تي موجود معلومات کي گڏ ڪري ۽ ان معلومات مان نتيجا اخذ ڪري سگهن (معدنيات جي تلاش، ڪارخانا، شهر، آبادي جي گهاٽائي).
- صوبي جي جاگرافيائي مسئلن (سم ۽ ڪلر، ٻيلن جي واڍيءَ) جي باري ۾ تحقيقات ڪري سگهن ۽ حاصل ڪيل معلومات کي ڪلاس جي اڳيان پيش ڪري سگهن.

باب ٽيون

# سنڌ جي ماڻهن ۽ زمين جو هڪبئي سان لاڳاپو

## سنڌ جا ماڻهو:

اسان کي خبر آهي تہ سنڌ ۾ ڪيترائي ماڻهو رهن ٿا. اهو ڄاڻڻ لاءِ تہ سنڌ ۾ ڪيترا ماڻهو رهن ٿا يا سنڌ جي آدمشماري ڪيتري آهي، اسان کي هتي هر ماڻهوءَ جي ڳڻپ ڪرڻي پوندي. اهو طريقو جيڪو ماڻهن جي ڳڻپ ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو وڃي ٿو، ان کي آدمشماري چئبو آهي. ايندڙ ڪجهہ سالن ۾ اسين سڪنداسين تہ آدمشماري يا ماڻهن جي ڳڻپ ڪهڙيءَ ريت ڪئي ويندي آهي ۽ ان ڳڻپ جي اهميت ڪهڙي آهي.

## آدمشماري ۽ ان جي اهميت:

ڪنهن ملڪ جي ماڻهن جي ڪل آبادي ڄاڻڻ لاءِ اتان جي حڪومت آدمشماري ڪرائي ٿي. ڪارڪنن جي خاص جماعت، جيڪا گهر گهر وڃي ماڻهن جي ڳڻپ ڪري، انهن کي ”ڳڻپ ڪندڙ“ يا ”انيوميٽرز“ چيو ويندو آهي. اهي گهر گهر وڃي اتي رهندڙن جو تعداد لکندا آهن. انيوميٽرز آدمشماريءَ دوران نہ فقط ماڻهن جي ڳڻپ ڪندا آهن، پر ڪارائتي ڄاڻ جيئن عمر، جنس، شاديءَ واري حيثيت (پرڻيل/اڻ پرڻيل)، مذهب، ٻولي، تعليمي معيار، ملازمت ڪندڙن جو تعداد ۽ سندن ڪم جي نوعيت پڻ گڏ ڪندا آهن.

حڪومت آدمشماريءَ وسيلي گڏ ڪيل انگن اکرن جي آڌار تي ايندڙ وقت لاءِ رٿائون تيار ڪندي آهي. مثال طور: اسڪول ويندڙ ٻارن جي عمر جو انگ سرڪار کي اهو ٻڌائيندو تہ ايندڙ سالن ۾ ڪيترن اسڪولن جي ضرورت پوندي ۽ استادن جو ڪيترو تعداد ان لاءِ تيار ڪيو وڃي.

1998ع ۾ ٿيل آدمشماريءَ مطابق سنڌ جي آبادي ٽيهہ ملين آهي. اندازي موجب هن وقت سنڌ جي آبادي تقريبًا 45 ملين آهي.

**سرگرمي:**

پنهنجي اسڪول ۾ ٻارن جو تعداد معلوم ڪريو. هر ڪلاس ۾ شاگردن جو تعداد، انهن جي پسنديده سبجيڪٽن ۽ پسنديده ٽي وي پروگرام معلوم ڪرڻ لاءِ هڪ سوال نامو تيار ڪريو. ٻارن کي چئن يا ڇهن ڄڻن جي گروپن ۾ ورهايو ته جيئن هو اسڪول جي ڪجھ ڪلاسن مان لاڳاپيل معلومات حاصل ڪن. حاصل ڪيل معلومات گراف جي شڪل ۾ پوري ڪلاس جي آڏو پيش ڪيو. ٻڌايو ته اها معلومات ڪهڙيءَ ريت اسڪول جي لاءِ فائديمند ثابت ٿي سگھي ٿي.

## آباديءَ جي ورڇ:

جيڪڏهن هڪ چورس ڪلو ميٽر جي ايراضيءَ ۾ ماڻهن جو وڏو تعداد رهندو هجي ته انهيءَ کي گھاٽي آباديءَ وارو علائقو سڏبو. پر جيڪڏهن هڪ چورس ڪلو ميٽر جي ايراضيءَ ۾ ماڻهن جو گھٽ تعداد رهندو هجي ته ان کي ڇدي آباديءَ وارو علائقو چئبو آهي. جيئن ٿر جي ريگستاني ايراضي واري علائقي کان ڪراچيءَ ۾ في چورس ڪلو ميٽر گھڻا وڌيڪ ماڻهو رهن ٿا. ڪنهن جڳھ تي آبادي جو مقدار ڪيترن ئي جزن تي انحصار رکي ٿو. ڇا توهان ٻڌائي سگھو ٿا ته ڪراچيءَ ۾ گھاٽي آبادي چو آهي؟ ۽ ٿر ۾ ڇدي آبادي چو آهي؟

گھاٽي آبادي

ڇدي آبادي

شڪل 3.1 آباديءَ جي ورڇ

**استاد لاءِ هدايتون:** ڪلاس ۾ شاگردن کان معلوم ڪريو ته اها معلومات اسڪول لاءِ ڪيتري اهم آهي. اهو يقين ڪيو وڃي ته شاگردن کي گراف ناهڻ اچي ٿو. جيڪڏهن انهن کي گراف ناهڻ نٿو اچي ته حسابن واري استاد کي چئو ته شاگردن کي گراف سيکاري.

سنڌ جي آبادي انتهائي تيزيءَ سان وڌي رهي آهي. آباديءَ ۾ واڌ جا ڪيترائي سبب آهن جيئن خواندگيءَ جي گهٽ شرح، اوائلي ننڍي عمر ۾ شاديون، پٽن کي اوليت ۽ وڏيءَ عمر ۾ سماجي تحفظ جي اڻ هوند وغيره.

ننڍي عمر ۾ شادي

گهٽ خواندگيءَ جي شرح

وڏي عمر وارن لاءِ سماجي تحفظ

پٽن کي اوليت

شڪل 3.2 آباديءَ ۾ تڪڙي واڌ جا سبب

آباديءَ ۾ واڌ سان ڪيترائي مسئلا پيدا ٿيندا آهن. ڇا توهان کي ڪجهه مسئلن جي خبر آهي؟ ها، رهڻ جي جاءِ جي کوٽ، تعليم جي گهٽتائي، صحت جي سهولتن جي اڻ هوند، بي روزگاري، پاڻي، کاڌي ۽ بجلي جي کوٽ ۽ ٻيا ڪيترائي مسئلا ۽ جهگڙا.

صحت جي سهولتن جي گهٽتائي

رهڻ جي جڳهه جي کوٽ

پاڻي جي کوٽ

بي روزگاري

شڪل 3.3 گهڻي آباديءَ جي سبب مسئلا

آباديءَ ۾ واڌ جي مسئلي کي منهن ڏيڻ لاءِ ضروري آهي تہ ماڻهن کي ان ڏس ۾ تعليم ڏني وڃي ۽ منجهن شعور پيدا ڪيو وڃي، تہ هو انهن مسئلن بابت سوچين، ڪين همٿايو وڃي تہ پنهنجي ڪٽنب کي ننڍو رکن، جنهن ۾ سنڌن ۽ ملڪ جو ڀلو آهي.

## ڳوٺن کان شھرن ڏانھن لڏ پلاڻ:

شڪل 3.4 ۾ سنڌ جي نقشي کي ڏسو، جنھن ۾ سنڌ جي شھري ۽ ٻھراڙيءَ جي آباديءَ وارا علائقا ڏيکاريا ويا آھن. 1998ع جي آدمشماريءَ مطابق سنڌ جي ڪل آباديءَ مان اٽڪل 48.5 في سيڪڙو ماڻھو شھرن ۾ رھن ٿا. جڏھن تہ 51.5 في سيڪڙو ماڻھو ڳوٺن ۾ رھن ٿا. ھر سال ڪيترائي ماڻھو سنڌ جي ٻھراڙيءَ کان شھرن ڏانھن اچن ٿا.

شڪل 3.4 سنڌ ۾ ٻھراڙي ۽ شھري آباديءَ جو نقشو ۽ ضلعي وار آباديءَ جا انگ اکر
سنڌ صوبي جي 1998ع جي آدمشماريءَ مطابق ڏنل انگ اکر

## ماڻهن جي لڏ پلاڻ جا سبب ۽ اثر:

اهي سبب جيڪي ماڻهن جي لڏ پلاڻ جو اصل ڪارڻ بڻجن ٿا، انهن کي ٻن درجن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙا ”ڌڪيندڙ عنصر“ ۽ ٻيا ”ڇڪيندڙ عنصر“ جن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو.

### ڌڪيندڙ عنصر:

اهي عنصر جيڪي ماڻهن کي هڪڙي علائقي مان لڏي ڪنهن ٻيءَ ايراضيءَ ۾ وڃي رهڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا، تن کي ڌڪيندڙ عنصر چئجي ٿو. شڪل 3.5 ۾ سنڌ جي ٻهراڙيءَ مان شهرن ڏانهن ڪجهه ڌڪيندڙ عنصر ڏيکاريا ويا آهن.

ٻوڏ

خشڪ سالي

شڪل 3.5 لڏ پلاڻ کي ڌڪيندڙ عنصر

### ڇڪيندڙ عنصر:

ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو جتي رهي ٿو، اهو هنڌ ڇڏڻ نه چاهيندو آهي، پر ڪيترين ئي حالتون هن کي ڇڪي ڪنهن ٻئي علائقي ۾ آڻين ٿيون چاڪاڻ ته هو سمجهي ٿو ته ڪيس اتي زندگيءَ جون بهتر سهولتون ملنديون. شڪل 3.6 ۾ سنڌ جي شهري علائقن ڏانهن ڇڪيندڙ ڪجهه عنصر ٻڌايا ويا آهن.

صحت جا موقعا

روزگار جا موقعا

تعليم جا موقعا

شڪل 3.6 لڏ پلاڻ کي ڇڪيندڙ عنصر

لڏ پلاڻ جا شهري ۽ ڳوٺاڻن علائقن جي زندگيءَ تي اثر:

## شهري علائقن تي اثر:

شڪل 3.7 بس تي مسافرن جي رش

- لڏ پلاڻ جي ڪري سهولتن جيئن پاڻي، بجلي ۽ رهائش تي بوجهه پوي ٿو.
- لڏ پلاڻ جي ڪري شهرن جي تعليمي ادارن ۽ صحت مرڪزن تي پڻ بوجهه پوي ٿو.
- بيروزگاري وڌي ٿي.
- اچ وڃ لاءِ گاڏين ۽ بسن تي رش وڌي وڃي ٿي.

## ٻهراڙيءَ وارن علائقن تي اثر:

شڪل 3.8 هاري ٻنيءَ ۾ لابارو ڪري رهيا آهن

- خانداني زندگي متاثر ٿيندي آهي ڇو جو مردن کي اڪثر گهر ڇڏڻو پوندو آهي.
- مرد گهٽجڻ جي ڪري ڪم ڪار ۾ رليو وڃن.
- ٻهراڙين کان شهرن ڏانهن لڏ پلاڻ روڪڻ لاءِ، ٻهراڙين ۾ اهڙيون سهولتون ڏنيون وڃن:
- بهتر شهري سهولتون، جيئن تعليم ۽ صحت ۽
- وڌيڪ روزگار جو سهولتون.

### سنڌ جي زمين:

توهان ٽئين ڪلاس ۾ پڙهي آيا آهيو ته زمين جو مٿاڇرو هر هنڌ هڪجهڙو نه آهي. سنڌ جي زمين جو به ساڳيو حال آهي. شڪل 3.9 ۾ سنڌ جي طبعي نقشي ڏانهن نهاريو. اسان ڪيترائي طبعي پاڱا ڏسي سگهون ٿا. اولهه ۾ ڪيرٿر جبل آهي، اوپر ۾ ٿر جو ريگستان، وچ

سڏو سنئون (ميدان) آهي، جتان سنڌو ندي وهي ٿي، ڏاکڻيان ڀاڱا عربي سمنڊ سان لڳن ٿا، جيڪو سامونڊي ڪنارو سڏجي ٿو.

**شڪل 3.9 سنڌ جو طبعي نقشو**

## ميدان:

ميدان اهڙيءَ زمين کي چئبو آهي، جيڪا سڌي ۽ لهواري هوندي آهي. شڪل 3.9 ۾ ڏنل سنڌ جي طبعي نقشي ڏانهن ڏسو. توهان کي نظر ايندو تہ سنڌ جو اهو علائقو جيڪو ڪير ٿر جبل ۽ ٿر واري ريگستان جي وچ ۾ اچي ٿو، اهو ميدان آهي. ان ڪي سنڌ جو هيٺانهون ميداني علائقو سڏجي ٿو. سنڌو ندي اتر کان ڏکڻ طرف ميداني علائقي مان وهي ٿي، انهيءَ ڪري جو سنڌوءَ واري ميدان جو ٿورو لَهُ سمنڊ طرف آهي. سنڌو نديءَ جو ڇوڙ عربي سمنڊ ۾ جنهن هنڌ ٿئي ٿو، ان کي سنڌو نديءَ جو ڇوڙ "انڊس ڊيلٽا" سڏجي ٿو.

سنڌ جي زمين آباد ڪرڻ لاءِ واهن ۽ شاخن جو جار وڇايل آهي.جيڪو سنڌو نديءَ مان پاڻي ڪٽي ٿو، جنهن زمين کي زرخيز بڻائي ڇڏيو آهي. سنڌ جي ماڻهن جو وڏو حصو ان ميدان تي رهي ٿو.

ڳوٺ

شهر

شڪل 3.10 زمين تي رهندڙ ماڻهو

اهي زمين آباد ڪن ٿا. مکيہ فصل چانور، ڪمند، ڪڻڪ ۽ ڪپهہ آهن. ٻيا ماڻهو وڏن صنعتي ۽ واپاري مرڪزن مثال طور ڪراچي، حيدرآباد ۽ ڪوٽڙيءَ وغيره ۾ رهن ٿا، جيڪي پڻ سنڌ جا شهر آهن.

عورتون ڦُٽيون چونڊيندي

ڪمند جو فصل

شڪل 3.11 ماڻهن پاران زمين تي پوکيل فصل

ٻيا ماڻهو آفيسن ۾ نوڪري ڪندا آهن، ڪي بازارن ۾ شيون وڪرو ڪندا آهن تہ ٻيا وري ڪارخانن ۾ ڪم ڪندا آهن.

ڪنڊ جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ مزدور

بازار ۾ واپار جو هڪ منظر

شڪل 3.12 زمين تي ماڻهو ڪاروبار ڪندي

## درياءُ ۽ نديون:

لڳاتار وهندڙ پاڻي جو قدرتي وهڪرو، جيڪو جبلن تان وهي اچي سمنڊ ۾ پوي،تنهن کي درياءُ يا ندي سڏجي ٿو. جڏهن تہ ننڍي ۽ سوڙهي ندي جيڪا مينهن جي موسم ۾ وهي، ان کي نئين سڏجي ٿو.

## سنڌو ندي:

سنڌو ندي پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي ندي آهي. هيءَ ندي تبت کان نڪري ڊگهو رستو طئي ڪندي، گلگت وٽان اچي پاڪستان ۾ داخل ٿئي ٿي. عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ کان اڳ سنڌ

شڪل 3.13 سنڌو ندي

جي ميداني علائقن مان وهندي اچي ٿي. اها 2700 ڪلو ميٽر ڊگهي آهي. سنڌو ندي اسان کي تازو ۽ منو پاڻي فراهم ڪري ٿي. ان ڪانسواءِ سنڌو نديءَ جو پاڻي گهريلو مقصدن، زراعت ۽ صنعت لاءِ پڻ استعمال ٿيندو آهي. گڏوگڏ سنڌو ندي مني پاڻيءَ جي مڇيءَ جو ۽ مواصلات جو اهم ذريعو پڻ آهي.

## نئيون:

سدا وهندڙ سنڌو نديءَ ڪانسواءِ ڪيتريون ئي نئيون پڻ آهن، جيڪي فقط مينهوڳيءَ ۾ وهي اينديون آهن. سنڌيءَ ۾ لفظ ”نئين“ فقط ان واهڙ کي چوندا آهن، جيڪو تمام تيزيءَ سان مينهوڳيءَ ۾ جبلن تان وهي اچي سنڌو نديءَ ۾ پوي.

شڪل 3.14 نئينگاج

سنڌ ۾ اهڙيون گهٽيون ئي نئيون آهن. نئين بارڻ يا باران آهي، جيڪا کيرٿر جبل کان وهي کوٽڙيءَ جي ڀرسان سنڌو نديءَ ۾ ڪرندي آهي. نئين گاج، نئين ڪانجي ۽ سيتا نئين کيرٿر جبل تان وهي ڄامشوري ضلعي جي شهر ڀوبڪ جي ڀرسان منڇر ڍنڍ ۾ اچي پونديون آهن. اهي نئيون وڏي اهميت واريون آهن، ڇاڪاڻ ته انهن مان پوک لاءِ پاڻي ملي ٿو.

سرگرمي:

پاڪستان جي سيني دريائن ۽ دنيا جي ٽن وڏن دريائن جا نالا لِکو.

## جبل ۽ ٽڪريون:

زمين جو اهو اوچو ۽ وڏو پٿرائون پاڳو جيڪو مٿان کان هيٺ لهوارو هجي، تنهن کي جبل سڏجي ٿو. ٽڪريون به جبل وانگر هونديون آهن، پر انهن جي اوچائي ايتري نه هوندي آهي.

## کير ٿر جبل:

جبلن جا سڀ سلسلا سنڌ جي الهندي حصي ۾ ”کير ٿر“ جبل جي نالي سان سڏجن ٿا. جبلن جي انهن قطارن مان لکي جبل وارو سلسلو دادو ضلعي مان ٿيندو، ڄامشورو ضلعي ۾ اچي سيوهڻ وٽ پورو ٿئي ٿو. انهن جبلن جي پاڙ وارين ٽڪرين وٽ گرم پاڻي جا چشما آهن، جنهن ڪري ڪيترائي ننڍا قبيلا هتي آباد آهن. هتي جڏهن به وسڪارو ٿيندو آهي ته ان تي پوکون ٿينديون آهن.

شڪل 3.15 کير ٿر جبل

انهن جبلن ڪان سواءِ ٻيون بہ ڪي ٿڙيل پکڙيل ٽڪريون آهن،جن مان ڪي هي آهن:
(ٽيبل 3.1 ڏانهن نهاريو).

| نالو | هنڌ | اهميت | ڪيئن استعمال ڪيو وڃي ٿو |
|---|---|---|---|
| گنجو ٽڪر | حيدرآباد | چن جو پٿرءِ نارنگي رنگ جي مٽي حاصل ٿئي ٿي. | سيمنٽ جي تياري ۽ عمارتن جي ناھڻ ۾ استعمال ٿئي ٿو. |
| آدم شاھ ٽڪري | سکر | ھن ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي ميان آدم شاھ ڪلھوڙي جو مقبرو آھي | |
| مڪليءَ جون ٽڪريون | ٺٽو | ھن ٽڪرين تي بادشاھن، راڻين، عالمن، صوفين جا مقبرا ۽ مزارون آھن. | |
| ڪارونجھر جبل | ننگر پارڪر | گرينائيٽ پٿر ملي ٿو. | عمارتن جي خوبصورتيءَ ۾ استعمال ٿيندو آھي. |
| ڪالڪان جبل | روھڙي (سکر) | چن جو پٿر ملي ٿو. | سيمنٽ جي تياري ۾ استعمال ٿيندو آھي. |

ٽيبل 3.1 سنڌ جا اهم جبل ۽ ٽڪريون

## ريگستان يا رڻ پٽ:

وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل واري، جتي گرمي ۽ خشڪي هجي، اتي ساوڪ نالي ماتر ٿئي.

## ٿر جو ريگستان:

سنڌ جي ايرندي پاسي وارو ڳپل حصو وارياسو آهي. هن ريگستان ۾ واريءَ ڪانسواءِ ڀٽون ۽ پورو پٿر آهي. اتان جون ڀٽون عام طرح 6 کان 30 ميٽر اوچيون آهن. اتي نالي ماتر نباتات

عورتون پاڻيءَ ڀرڻ لاءِ ايندي

اٺن جو قافلو

شڪل 3.16 ٿر جو ريگستان

آهي. ان ۾ ٻير جا وڻ، ڪرڙ، ٿوهر ۽ ٻيا غير اهم ٻوٽا ۽ گاهه ٿين ٿا. هتان جي زمين جو ڪجهه حصو واهن ۽ شاخن جي وسيلي پوک جي قابل بڻايو ويو آهي. چوپائي مال ۾ ڍڳيون، رڍون، ٻڪريون ۽ اٺ عام جام آهن.

سرگرمي:
اهو معلوم ڪريو تہ پاڪستان ۽ دنيا جي ٻين ڪهڙن ڪهڙن هنڌن تي ريگستان آهن.

## قدرتي چشما:

زمين اندران نڪرندڙ لاڳيتي وهڪري کي چشمو يا جهرڻو چئبو آهي. چشمن جو پاڻي گرم يا ٿڌو ٿي سگهي ٿو. سنڌ ۾ ٿڌي ۽ گرم پاڻي ٻنهي قسمن جا چشما ملن ٿا.
(ٽيبل 3.2 ڏانهن نهاريو).

| نالو | هنڌ | اهميت | استعمال |
|---|---|---|---|
| لڪيءَ وارا چشما | هي چشما جام شوري ضلعي ۾ لڪي شاهه صدر ريلوي اسٽيشن جي ويجهو آهن. | هي گرم پاڻي جا چشما آهن. گرم پاڻيءَ ۾ گندرف شامل آهي. | ماڻهو هنن چشمن ۾ وهنجندا آهن ڇو جو چمڙيءَ جي بيمارين ۾ ورتل مريضن کي اهو پاڻي شفا ڏئي ٿو. |
| جهمپير وارا چشما | هي چشما ضلعي ٺٽي ۾ جهمپير اسٽيشن جي ويجهو آهن. | هي چشما گرم پاڻيءَ جا آهن. | ماڻهو ٿڌي پاڻي جي چشمن تي تفريح لاءِ ايندا آهن. |
| منگهو پير جا چشما | هي چشما ڪراچي جي ويجهو منگهو پير وٽ آهن. | هي چشما گرم ۽ ٿڌي پاڻيءَ جا آهن. | ماڻهو گرم پاڻي جي چشمن تي وهنجڻ ايندا آهن، ڇو جو چمڙيءَ جي بيمارين ۾ اهو پاڻي شفا ڏئي ٿو. |

ٽيبل 3.2 سنڌ ۾ موجود گرم ۽ ٿڌي پاڻيءَ جا چشما

## ڍنڍون:

پاڻي جي اها ايراضي جنهن جي چوڌاري خشڪ زمين هجي، تنهن کي ڍنڍ چئبو آهي. سنڌ ۾ ڪيترئون ئي ڍنڍون آهن، جن مان ڪي مشهور ڍنڍون هي آهن:

### ڪينجهر ڍنڍ:

ڪينجهر ڍنڍ ٺٽي ۽ جهرڪ شهرن جي وچ تي آهي. ڪينجهر کي سنڌو نديءَ مان پاڻي ملندو آهي. هن ڍنڍ ۾ ڪيترن ئي قسمن جي مڇي ٿئي ٿي. اتي پاڻيءَ جي پکين جا ولر پڻ ايندا آهن. هي بهترين تفريح وارو هنڌ آهي. ماڻهو هتي آرام واسطي يا ٻيڙين تي سير ڪرڻ ايندا آهن. سير لاءِ آيل ماڻهو مڇيءَ جو شڪار پڻ ڪندا آهن. سنڌ جي مشهور لوڪ ڪهاڻي ”نوري ڄام تماچيءَ“ جو تعلق پڻ هن ڍنڍ سان آهي.

ڪينجهر ڍنڍ تي پاڻيءَ جا پکي

ڪينجهر ڍنڍ تي ماڻهو گهمندي ڦرندي

شڪل 3.17 ڪينجهر ڍنڍ جا ٻہ مختلف منظر

### منڇر ڍنڍ:

منڇر ڍنڍ ڄام شوري ضلعي جي شهر ٻوبڪ پرسان آهي. هيءَ ڍنڍ اٽڪل 3 ميٽر اونهي ۽ خشڪ موسم ۾ اٽڪل 30 چورس ڪلو ميٽرن تي پکڙيل هوندي آهي. برسات جي مُند ۾ جڏهن سنڌو نديءَ ۾ گهڻو پاڻي اچي ويندو آهي تڏهن پاڻي اُٿلي وڃي منڇر ۾ پوندو آهي، تڏهن ڍنڍ جي پکيڙ 500 چورس ڪلوميٽر تي ويندي آهي. هتي مڇي ۽ پکي تمام گهڻا ملن ٿا.

شڪل 3.18 منڇر ڍنڍ ۾ مهاڻا مڇي ماريندي

## زمين ڪيئن تبديل ٿئي ٿي:

قدرتي طور زمين ۾ ڪيترين ئي تبديليون ايندڙيون رهنديون آهن. انهن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿيون.

### (1) زميني گدلاڻ:

ماڻهو پنهنجي گهرن مان هر روز ڪيترو ئي گند ڪچرو ٻاهر اڇلائيندا آهن. ساڳيو حال ڪارخانن جو آهي، جيڪي وڏي مقدار ۾ گند ڪچرو ٻاهر ڇڏيندا آهن. اسان جي گهرن واري ڪچري ۾ ڪجهه، جڏهن ته ڪارخانن مان نڪرندڙ گند ڪچري ۾ اڪثر ڪري زهريلو مواد موجود هوندو آهي، جيڪو زمين کي تباهه ڪندو آهي.

گهرن مان نيڪال ٿيندڙ گند ڪچرو

ڪارخانن مان نڪرندڙ گدلاڻ

شڪل 3.19 زميني گدلاڻ جا سبب

### (2) آبي گدلاڻ:

گهرن مان نڪرندڙ نالين ۽ نالن جو گندو پاڻي ۽ ڪارخانن مان نڪرندڙ زهريلو مواد پاڻيءَ کي گدلو ڪري ٿو. ان سان گڏ زرعي مقصدن لاءِ استعمال ٿيندڙ جيت مار دوائون ۽ هترادو ياڻ به پاڻيءَ کي گدلو ڪندو آهي. پاڻيءَ جي گدلي ٿيڻ جي ڪري مڇيءَ جي تعداد ۾ واضح گهٽتائي ايندي آهي. گڏوگڏ گدلو پاڻي ماڻهن (خاص طور ٻارن) جي موت جو سبب به بڻجي سگهي ٿو.

آبي گدلاڻ

گٽر

شڪل 3.20 آبي گدلاڻ

### (3) ٻيلن جو وڍجڻ:

قدرتي ٻيلن جي وڍجڻ کي Deforestation سڏيو وڃي ٿو. آباديءَ ۾ واڌ جي ڪري ماڻهو زرعي مقصدن ۽ رهائش جي جاءِ هٿ ڪرڻ لاءِ ٻيلن کي وڍين ٿا. ٻيلن جي واڍيءَ جو ترت نقصان اهو ٿئي ٿو تہ جهنگلي جيوت کان پنهنجا واهيرا (گهر) کسجي وڃن ٿا. پر وڏي وقت کان پوءِ اها زمين ريگستان ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي. جڏهن وري جابلو ٻيلن جي واڍي ٿيندي آهي تہ ان سان ڇپون ڪرڻ جو خطرو وڌي ويندو آهي.

برف يا پٿر جي ڇپ جو ڪِرڻ

وڻن جي واڍيءَ جي ڪري جهنگلي جيوت پنهنجي واهيرن کان محروم ٿئي ٿي

شڪل 3.21 وڻن جي وڍڻ جا نقصان

### (4) سم ۽ ڪلر:

اسان جي زرعي زمين سنڌو نديءَ مان نڪتل واهن تي آباد ٿئي ٿي. انهن واهن مان پاڻي سمندو رهي ٿو، جيڪو زير زمين پاڻيءَ جي سطح ۾ واڌارو آڻي ٿو. زمين اندر موجود لوڻياڻي معدنيات پاڻي ۾ ڳري ملي وڃي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن زير زمين پاڻي مٿي چڙهي اچي ٿو ۽ زمين تي بيهي رهي ٿو. هن عمل کي ’سم‘ چئجي ٿو. سج جي ساڙيندڙ اُس ۾ پاڻي بخار بنجي اڏامي ويندو آهي ۽ زمين مٿان ’لوڻ جو تهہ‘ چڙهي ويندو آهي. ان کي ڪلر چئبو آهي. سم ۽ ڪلر واريءَ زمين تي فصل نہ ٿيندو آهي.

ڪلراٺي زمين

سِم جي هيٺ آيل زمين

شڪل 3.22 سِم ۽ ڪلر جي ڪري نقصان هيٺ آيل زمين

### (5) زميني ڪاٽ:

زمين جي متاچري واري تهه کي ”مٽي“ سڏجي ٿو. مٽي معدنيات، ڇپن جي ذرڙن ۽ زميني جيتن ۽ ساٺين جهڙن ساهوارن مان نهيل آهي. پلي مٽيءَ جي متاچري جا ڪجهه سينٽي ميٽر، جنهن تي زراعت جو دارومدار آهي، تنهن کي نهڻ ۾ سوين سال لڳن ٿا. پر اها پوڏن، برسات ۽ تيز هوائن سبب برباد ٿي سگهي ٿي،ڇو جو اهي سڀ يا انهن مان ڪو هڪ جزو مٽيءَ جي ننڍن ذرڙن کي پري تائين ڪٽي وڃي سگهي ٿو.

## اختصار

هِن باب ۾ اسان هيٺيون ڳالهيون سِکيون آهن:

- سنڌ جي آبادي: سنڌ جي آباديءَ جي ورڇ ڪيئن ٿيل آهي ۽ ڪجهه علائقا گهاٽي جڏهن ته ڪجهه علائقا ڇڊي آباديءَ وارا آهن. آباديءَ ۾ واڌ جا ڪهڙا سبب آهن ۽ آباديءَ جي واڌ کي ڪيئن روڪي سگهجي ٿو. ان ڪان سواءِ ڀهراڙيءَ ڪان شهري علائقن ڏانهن لڏپلاڻ جا ڪهڙا سبب آهن ۽ انهن جو ڀهراڙيءَ ۽ شهري علائقن تي ڪهڙو اثر پوي ٿو.
- سنڌ جي زمين هر هنڌ ساڳي نه آهي. ان جو اڪثر حصو ميداني علائقن تي مشتمل آهي،جنهن مان سنڌو ندي وهي ٿي. سنڌ جي طبعي متاچري جي اولهه ۾ کيرٿر جبل، اوڀر ۾ ٿر جو ريگستان ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ واقع آهي.
- هر طبعي پاڳي جا ماڻهو اتان جي زمين ۽ پاڻيءَ کي ڪيترن ئي مقصدن لاءِ استعمال ڪن ٿا جيئن: پوکي راهي، مڇي مارڻ، ڪاٺيون ڪوٺڻ ۽ گهر، آفيسون، ڪارخانا ۽ بازارون ناهڻ لاءِ ۽ ان ڪان سواءِ ڪيتريون ئي شيون ناهڻ لاءِ جيڪي بازار ۾ وڪرو ٿين ٿيون.
- ڪڏهن ڪڏهن زمين ۽ پاڻيءَ جو اسان جو ڪيل استعمال ڪيترائي مسئلا جيئن زميني ۽ آبي گدلاڻ، سِم، ڪلر ۽ ٻيلن جي واڍي پيدا ڪري ٿو. اهو ضروري آهي ته اسان اهو سِکون ته انهن ذريعن جو استعمال ڪيئن ڪجي.

## مشق

### (الف) هيٺيان خال ڀريو:

1. سنڌ جون ٻہ مشهور ڍنڍون ______ ۽ ______ آهن.
2. حيدرآباد پرسان ______ نالي ٽڪر آهي.
3. کير ٿر جبل سنڌ جي ______طرف پکڙيل آهي.
4. سنڌو نديءَ جي ميداني علائقن کي ______ جي چار وسيلي آباد ڪيو ويو ٿو.
5. سنڌ جي اوڀر ۾ ______ ريگستان آهي.

### (ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. سنڌ جا طبعي ڀاڱا بيان ڪريو.

2. سنڌ صوبي جي ايراضي 914، 40، 1 چورس ڪلو ميٽر آهي ۽ آبادي تقريباً 45 ملين آهي. جڏهن تہ بلوچستان صوبي جي ايراضي 190، 47، 3 چورس ڪلو ميٽر آهي ۽ آبادي اٽڪل 0.82 ملين آهي. ٻنهي صوبن جي آباديءَ ۾ فرق جا ڪي بہ ٻہ سبب بيان ڪريو.

3. هيٺين اصطلاحن کي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪريو.

(الف) آبادي (ب) آدمشماري (ج) لڏ پلاڻ

4. آدم شماري ڇو ڪرائي ويندي آهي؟

5. پنهنجي لفظن ۾ ڇڪيندڙ ۽ ڌڪيندڙ عنصرن جي معنيٰ ٻڌايو. ڇا ماڻهو توهان جي علائقي ۾ ڇڪجي اچي رهيا آهن يا اتان ڌڪجي وڃي رهيا آهن؟ پنهنجي جواب جي وضاحت لاءِ ٽي مثال ڏيو.

### (ج) هيٺين ٽيبل ڀريو ۽ ان وسيلي ڏيکاريو تہ سنڌ جي هر طبعي ڀاڱي جي بيهڪ ۽ اهميت اتان جي ماڻهن لاءِ ڪيئن ڪارائتي آهي.

| طبعي ڀاڱو | بيهڪ | اهميت | ماڻهن لاءِ ڪيئن ڪارائتي آهي |
|---|---|---|---|
| | | | |
| | | | |
| | | | |

## (د) عملي ڪم:

1. ننڍين گروپن ۾ پني تي سنڌ جو نقشو تيار ڪريو. ان کي هارڊ بورڊ تي چنبڙايو. ان تي مٽيءَ، پٿرين ۽ واريءَ سان سنڌ جا طبعي ڀاڱا ناهي ڪلاس وارن کي ڏيکاريو.
2. پوسٽر تيار ڪري ماڻهن کي تفريحي هنڌ صاف رکڻ لاءِ آگاهي ڏيو.
3. سنڌ جو نقشو ناهيو جنهن ۾ سنڌ جا طبعي ڀاڱا ڏيکاريل هجن (صفحي 38 تي ڏنل نقشي کان مدد وٺو).
4. صفحي 38 تي ڏنل سنڌ جي طبعي نقشي ۽ صفحي 35 تي موجود سنڌ جي آباديءَ جي ورڇ واري نقشي ڏانهن نهاريو. ٻنهي جي ڀيٽ ڪريو ۽ هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ڪراچيءَ جي آبادي گهاٽي ڇو آهي؟

ٿر جي آبادي ڇڊي ڇو آهي؟

5. سنڌ جو نقشو ناهيو. ڪجهه ننڍين پنن تي هر شهر جي آبادي لکو ۽ انهن پنن کي نقشي ۾ موجود لاڳاپيل شهر جي پرسان چنبڙايو.

## (هه) تحقيقات:

1. پنهنجي علائقي ۾ سرءِ، ڪلر ۽ ٻيلن جي واڌ ويجهه جي باري ۾ تحقيقات ڪريو. پنهنجي ڪلاس ۾ حاصل ڪيل معلومات ٻڌايو.
2. پاڙي جي ڪن ٻه پنجن گهرن ۾ رهندڙ ماڻهن جي گڏجاڻي ڪريو. هر گهر ۾ ياتين جو انگ، سندن عمر، تعليم، ڏنڌو ۽ پاڻي، بجلي ۽ گئس جهڙين سهولتن بابت ڄاڻ وٺو. ان ڄاڻ کي گراف، جدول يا خاڪي ۾ آڻيو. گڏ ڪيل انگ اکر ڪلاس جي آڏو رکو. وضاحت ڪريو ته اها معلومات توهان جي پاڙي لاءِ ڪيئن ڪارائتي ٿيندي.

## (و) اضافي سرگرمي:

1. نوري ڄام تماچيءَ جي ڪهاڻي هٿ ڪريو. ان کي لکو. ڪهاڻيءَ مطابق هڪ خاڪو ناهيو. هڪ ڪهاڻين جو ڪتاب ناهڻ لاءِ انهيءَ کي گڏ ڪري رکو ۽ ڪلاس جي لائبريري ۾ رکو، جيئن ٻيا ٻه ان ڪهاڻيءَ کي پڙهي سگهن.

باب چوٿون

# موسم

## شاگردن جي سکڻ جا نتيجا

هن باب جي پُڄاڻيءَ تي شاگرد ان لائق ٿيندا ته

- لفظ موسم جي وصف بيان ڪري سگهن.
- موسم تي اثر انداز ٿيندڙ شين کي بيان ڪري سگهن.
- جدول ٺاهي سگهن، جنهن ۾ موسم کي ماپڻ جا اوزار ۽ ان جي ماپڻ (گرمي پد، داٻ، هوا، رفتار، طرف، گهم، مينهن ۽ برف يا ڳڙا پوڻ) جا ايڪا ڏيکاريل هجن.
- گهٽ قيمت يا مفت جي سامان مان موسم جي ماپڻ جا اوزار ٺاهي سگهن.
- ڪن به ٻن صوبن جي اونهاري ۽ سياري ۾ گرمي پدن ۽ مينهن وسڻ جي مقدار جي ڀيٽ ڪري سگهن.
- موسم جي اڳڪٿي، ماپ ۽ اثرن جي اهميت کي سمجهي سگهن.
  نشاندهي ڪري سگهن ته ڪيئن موسمي حالتون انساني جسم تي اثرانداز ٿين ٿيون. (ڪاڏو پيتو جيڪو اسين ڪائون ٿا، ڪپڙا جيڪي پايون ٿا ۽ اسان جون تفريحي سرگرميون).
- قدرتي آفتن کان بچڻ لاءِ ڪهڙا حفاظتي انتظام ڪري سگهجن ٿا.

باب چوٿون

# موسم

## موسم ڇا آهي؟

شڪل 4.1 فضا سان گهيريل ڌرتي

ڌرتي گئسن جي تهه ۾ گهيريل آهي، جنهن کي فضا يا وايو منڊل چئجي ٿو. ڪنهن خاص وقت تي فضا ۾ جيڪا به تبديلي اچي ٿي، سا موسم آهي. موسم گهڻو وقت ساڳي نه ٿي رهي. اها تبديل ٿيندي رهي ٿي. ڪالهه ڪهڙي موسم هئي؟ اڄ ڪهڙي آهي؟

## موسم تي اثر وجهندڙ عنصر:

ڪنهن به جڳهه جي موسم بيان ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته اتان جي گرمي پد، هوا جو داٻ، هوائن جي رفتار، گهم، وايو منڊل (مينهن، برف ) وغيره جي باري ۾ ڄاڻ ڏني وڃي.

شڪل 4.2 موسم جا ڪارڻ انسانن تي ڪهڙي طرح سان اثر انداز ٿين ٿا

## گرمي پد:

شڪل 4.3 سادو ٿرما ميٽر، ٿرما ميٽر تي گرمي پد 70˚F يا 21˚C ڏيکاريل آهي

ڪنهن مادي يا جسم جي ڪوساڻ يا ٿڌاڻ کي گرمي پد سڏبو آهي. ماهر موسميات هوا جي ڪوساڻ يا ٿڌاڻ جو اڀياس ڪري ٿو. گرمي پد ماپڻ لاءِ ٿرما ميٽر يا گرمي ماپڻ وارو اوزار استعمال ڪيو ويندو آهي. گرمي پد جو يا گرميءَ جو درجو فارنهائيٽ (°F) يا سينٽي گريڊ (°C) ۾ ماپيو ويندو آهي. اڄڪلهه گهڻو ڪري گرمي پد سينٽي گريڊ ۾ ماپيو ويندو آهي. شڪل 4.3 ۾ هڪ ٿرماميٽر جو خاڪو ڏيکاريو ويو آهي.

### سرگرمي:

هڪ سادي ٿرما ميٽر جي شڪل ڪڍو، ٿرما ميٽر ڪيئن ٿو ڪم ڪري ۽ اهو ڪيئن پڙهبو. ٿرما ميٽر جو استعمال ٿيندا آهن؟

## هوا جو داٻ (وايومنڊل جو داٻ):

ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي پونڊڙ هوا جي داٻ کي وايومنڊل جو داٻ به چيو وڃي ٿو. هوا جي داٻ کي بيروميٽر نالي اوزار سان ملي بار (mb) ۾ ماپيو ويندو آهي. شڪل 4.4 بيروميٽر ڏيکاري ٿي.

شڪل 4.4 عام قسم جو بيروميٽر ڪهڙيءَ طرح ڪم ڪري ٿو

استاد لاءِ هدايتون: اسڪول ۾ ٿرما ميٽر آڻيو. سمجهائي ڏيو ته اهو گرمي پد ڪيئن ٿو ڏيکاري. ٿرما ميٽر گرم پاڻي ۾ وجهي شاگردن کي ڏيکاريو ته پارو ڪيئن ٿو مٿي چڙهي. پارو هيٺ لاهڻ لاءِ ٿرما ميٽر کي جهٽڪو ڏيو.

## هوائون (واءُ):

ذرتي جي مٿاڇري تي هوا جي چرپر کي هوا يا واءُ چئجي ٿو. موسميات جا ماهر هوائن بابت ٻن شين ۾ دلچسپي وٺندا آهن. انهن جو رخ (هوا ڪهڙي طرف هلي رهي آهي) ۽ ان جي رفتار (يعني هوا ڪيتري تيز لڳي رهي آهي).

هوا جو رخ، واءُ پرکٽي يا واءُ ڏسٽيءَ سان معلوم ڪري سگهجي ٿو. جيئن شڪل 4.5 ۾ ڏيکاريل آهي. واءُ پرکٽو عام طور ڪنهن عمارت جي مٿانهين حصي تي رکيو وڃي ٿو، جيئن ڪابہ شيءِ هوا جي چرپر کي نہ روڪي.

شڪل 4.5 واءُ ڏسٽي ناهڻ وقت قطب نما ضروري لڳايو،
جيئن واءُ ڏسٽي جا طرف ۽ قطب نما جا بنيادي طرف پاڻ ۾ ملي سگهن.

واءُ پرکٽي ۾ هڪ ڪانٽو ٺئي ٿو، جڏهن واءُ ان جي ويڪري پُڇ سان لڳندو آهي، تڏهن اهو ڪانٽو بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي چرڻ لڳندو آهي. واءُ ويڪري پُڇ کي پوئتي ڌڪيندو ويندو آهي، ايستائين جو ڪانٽو سڌو واءُ جي رخ ڏانهن ٿي ويندو آهي. واءُ پرکٽي جي هيٺان لڳل قطب نما، واءُ جو رخ سڃاڻڻ ۾ مدد ڪندو آهي.

**استاد لاءِ هدايتون:** شڪلين کي ڏسي شاگردن کي سمجهاڻي ڏيو تہ ڪيئن "هوا جو رخ ڏسٽي" ۽ "رفتار ڪڇٽي" هوا جو رخ ڏسين ٿا ۽ هوا جي رفتار رڪارڊ ڪن ٿا. "هوا جو رخ ڏسٽي" ۽ "رفتار ڪڇٽي" اهڙي هنڌ رکو جتي هوا کي ڪو رنڊڪ وارو نہ هجي. شاگردن کي انهن جو ڪم ڏيکاريو ۽ ڪائنن هوا جو رخ ۽ رفتار لکرايو.

### سرگرمي:

هوا يا واءُ پرکٽي تيار ڪريو. اهڙي هنڌ رکو جتي ان کي هوا ڇهي، هوا جي رخ جي داخلا رکو. داخلا پوري هفتي جي رکي وڃي.

گهربل شيون:

- 16 انچ ڪاٺي تير لاءِ
- 8 انچ وارا ڪاٺي (۽ قطب نما لاءِ ۽ هڪ ان لاءِ جَهلَ)
- خالي پاڻيءَ جي بوتل
- واري
- پاڻو
- هڪ سنهو ۽ ڊگهو ڪوڪو يا ڪِلي

تيار ي

1. ڪاٺي جي هر چيڙي تي چير ناهيو.
2. پاڻي جي ڪاغذ مان طرف ناهيو. انهي کي ڪاٺ جي چيڙن سان چنبڙايو. وڏو ٽڪر پچ لاءِ ۽ ننڍو ٽڪر تير تي ڏسڻيءَ لاءِ. انهن کي ڪاٺي جي چيڙن تي ناهيل چيرن ۾ رکو جيئن شڪل ۾ ڏيکاريو ويو آهي.
3. ڪاٺ جي پوري وچ تي سنهو ڪوڪو لڳايو. ان تي قطب نما پڻ رکو. هوا جو رخ پرڪٽيءَ کي هڪ ڪاٺ جي ٽڪر تي بيهاريو.
4. واريءَ سان ڀريل بوتل ۾ ڪاٺي لڳايو.

### هوائن جي رفتار:

واءَ جي رفتار ”انيموميٽر“ ذريعي ”ناٽن“ يعني (ڪلاڪ ساموڊي ميلن) ۾ ماپي ويندي آهي. انيموميٽر ”واءَ جي رفتار ماپڻو“ ۾ ڪجهه پيالا هڪ ڦرندڙ سرائيءَ سان ڳنڍيل هوندا آهن. هوا پيالي ۾ لڳي ان کي پوئتي ڌڪي ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ سرائي ڦرڻ لڳندي آهي. سرائي جو ڦيرو رفتار ماپڻي جي رڪارڊ تي واءَ جي رفتار ڏيکاريندو آهي.

شڪل 4.6 واءَ جي رفتار ماپڻو

## سرگرمي:

هڪ انيموميٽر استاد جي مدد سان تيار ڪريو. ٻڌايو تہ اهو ڪيئن ٿو ڪم ڪري؟

### گهربل شيون:

1. 2 ننڍا ربڙ يا پلاسٽڪ جا بالَ (ٻہ ٽڪر ٽيل)
2. 8 انچن وارا ٽي ڪاٺ جا ٽڪرا (ٻہ ٽڪرا پيالن لاءِ ۽ هڪ ٽڪرو پيالن جي جهل طور)
3. ڪوڪو هڪ
4. پاڻيءَ واري خالي بوتل
5. واري
6. چار ٽوپز پنون

### تياري:

1. ربڙ جي بال کي اڌو اڌ ڪريو.
2. انهن کي ٻنهي ڪاٺين جي ڇيڙن تي ٽوپر پنن سان لڳايو.
3. هيٺئين بورڊ (ڪاٺ جي ٽڪري) تي ڪوڪو هڻي، ڪوڪو مٿي ڪري ان جي ڇهنب تي ٻئي ڪاٺيون هڻو. انهن جي ڦرڻ جي پڪ ڪريو.
4. ڪاٺي بوتل ۾ وجهي واري ڀري ان ۾ رکو.

## گهم:

شڪل 4.7 آبي چڪر

فضا يا وايو منڊل ۾ پڻ پاڻيءَ جو بخار يا ٻاڦ موجود رهي ٿي. اهو بخار گهڻو تڻو بخارجڻ (گرمي جي ڪري پاڻيءَ جو پاڻيٺ مان گئس ۾ مٽجڻ) واري عمل وسيلي ڌرتيءَ جي متاڇري تان هوا ۾ وڃي ٿو. وايو منڊل ۾ موجود پاڻي جي مقدار کي گهم چئبو آهي. هوا ۾ گهم جو دارومدار گهڻو ڪري متاڇري تي ٿئي ٿو، جتان هوا لنگهي ٿي. جنهن هوا سمنڊ يا ڍنڍ مٿان لڳندي، گهڻو مفاصلو طئي ڪيو هوندو، سا پاڻ سان پاڻيءَ جي بخارن جو ڪجھ حصو کڻي ٿي، تنهن ڪري ان هوا ۾ گهم بہ گهڻي ٿئي ٿي. جنهن هوا زمين تان ڊگهو مفاصلو طئي ڪيو هوندو سا وڌيڪ خشڪ هوندي.

## مينهن يا برف پوڻ:

وايو منڊل ۾ موجود پاڻيءَ جا بخار ٿڌا ٿيڻ سبب وري پاڻيءَ جي صورت وٺندا آهن. انهيءَ عمل کي ”گهاٽو ٿيڻ“ چئبو آهي. شروع ۾ پاڻيءَ جا ڦڙا تمام ننڍا ۽ ايترا ته هلڪا هوندا آهن جو اهي فضا ۾ ترندا رهندا آهن، جنهن جي نتيجي ۾ ڪڪر ٺهي پوندا آهن. پاڻيءَ جو بخار جيئن جيئن گهاٽو ٿيندو آهي، تيئن تيئن پاڻيءَ جا ننڍڙا ڦڙا پاڻ ۾ ملي وڏيڪ ٿلها ٿي پوندا آهن ۽ ڳرا ڪڪر ٺهي پوندا آهن. اهي ڪڪر ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي برسات جي صورت ۾ وسي پوندا آهن. (جڏهن گرميءَ جو درجو مٿي هوندو آهي). برف يا ڳڙا اهڙيءَ حالت ۾ جڏهن گرميءَ جو درجو گهٽ هوندو آهي، هن کي مينهن پوڻ يا برف ڪرڻ سڏبو آهي. شڪل 4.9 ۾ ”رين گيج“ ۽ ”مينهن ماپ“ ڏيکاريل آهي، جيڪو مينهن جو مقدار ماپڻ لاءِ ڪتب اچي ٿو. مينهن جو مقدار ملي ميٽرن ۾ ماپيو ويندو آهي.

شڪل 4.8 برسات ۽ برف باري

شڪل 4.9 رين گيج آلو ۽ پئمائشي سلينڊر

### سرگرمي:

هڪ رين گيج تيار ڪيو

گهربل شيون

1. هڪ لٽر واري خالي بوتل پاڻيءَ واري
2. 50 ملي ليٽر پاڻيءَ واري خالي بوتل
3. هڪ ڪئنچي

تياري

1. پاڻي جي خالي بوتل يا شيشو مٿان ڪٽيو.
2. ننڍي شيشي يا بوتل جي چوٽي ڪپي لاهيو.
3. ننڍي شيشيءَ جي لٽل سسي مان ڪيمويا ڪيف ٺاهيو.
4. ڪيمي مان پاڻي نايو ڏسو تہ مينهن جو پاڻي گڏ ٿو ٿئي.

## موسم کي ماپڻ، ڪيڇڻ ۽ ان بابت اڳڪٿي ڪرڻ:

موسم واري اڀياس يا علم واري سائنس کي ميٽرالاجي سڏجي ٿو. ميٽرالاجيءَ کي موسميات بہ سڏبو آهي. اها ڄاڻ رکندڙ ماهر کي ماهر موسميات سڏجي ٿو. موسميات اسٽيشن تي موسم يا آبهوا کي جاچڻ جا اوزار رکيل هوندا آهن ۽ ماهر موسميات هر روز جي موسم کي جاچيندا آهن ۽ موسم (گرمي پد، گهم ۽ مينهن) جو رڪارڊ بہ رکندا آهن. انهن سالن جي رڪارڊ جي مطالعي کان پوءِ ماهر موسميات ڪنهن جڳهہ جي آبهوا (Climate) کي سمجهندا آهن. اهي موسمن جي باري ۾ اڳڪٿي پڻ ڪندا رهندا آهن. يعني ماهر اهو ڏسندا آهن تہ ايندڙ وقت ۾ موسم ڪهڙي رهندي. ان جي مدد سان اسان گرمي يا سردي مطابق ڪپڙا پائي سگهندا آهيون ۽ طوفانن ۽ ٻين قدرتي آفتن سان مقابلو ڪرڻ ۾ پڻ مدد ملندي آهي.

## عام قدرتي آفتون ۽ بچاءَ جون تدبيرون:

### خشڪ سالي ۽ ٻوڏ:

موسم جا ڪجهه ناڪاري اثر پڻ هوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن، ڪجهه جاين تي ڪيترن ئي سالن ۾ يا ته مينهن پوندو ئي ناهي، پر جي مينهن وسندو آهي ته اهو تمام ٿورو هوندو آهي. خشڪيءَ جي انهن عرصن کي خشڪ سالي چئبو آهي. خشڪ ساليءَ جي ڪري پوکي راهي تمام مشڪل ٿي پوندي آهي ۽ وڏي تعداد ۾ جانور مري ويندا آهن. نتيجي ۾ ڪاٽي جي ڪوٽ ۽ ڏڪار پوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن وري ابترو ته وڌيڪ مينهن پوندو آهي جو عام طور تي خشڪ علائقا پاڻيءَ هيٺ اچي ويندا آهن. ان کي ٻوڏ سڏبو آهي.

ٻوڏون مال ملڪيت کي تباهه ڪري ڇڏينديون آهن ۽ ڪيترين ئي قيمتي جانين جو نقصان پڻ ٿيندو آهي.

ٻوڏ

خشڪ سالي

شڪل 4.10 ٻوڏ ۽ خشڪ ساليءَ جا ٻه منظر

### واچوڙا:

واچوڙا اهي سخت طوفان هوندا آهن جيڪي خطن (Tropics) جي ويجهو سمنڊ جي مٿان ايندا آهن. اهي تيز هوائون ۽ وڏا مينهن آڻيندا آهن. انهن جي ڪري عام ماڻهن جي روزمره جي زندگي سخت متاثر ٿئي ٿي، جيئن روڊن ۽ ريلن جو مواصلاتي نظام متاثر ٿئي ٿو ۽ بجلي ۽ پاڻيءَ جي سهولتن جو نظام پڻ درهم برهم ٿئي ٿو.

شڪل 4.11 سامونڊي طوفان جو منظر

> ڇا توهان کي خبر آهي ته آمريڪا (USA) جي پرسان ايندڙ واچوڙن کي هريڪين (Hurricane) چئبو آهي. جڏهن ته ڏکڻ چيني سمنڊ پرسان ايندڙ واچوڙن کي ٽائفون (Typhone) سڏجي ٿو.

## زلزلا:

ڌرتي جي مٿاڇري جي اوچتو لڏڻ ۽ ڦرڻ کي زلزلا چئبو آهي. اهي ڪيئن ايندا آهن؟ ڌرتي جا چار وڏا تهه آهن: اندريون تهه، ٻاهريون تهه، مينٽل ۽ ڪرسٽ. ڪرسٽ ۽ مينٽل جو مٿيون حصو گڏجي ڌرتيءَ جي مٿاڇري جي سنهي کل ناهين ٿا، پر هيءَ کل هڪ حصي تي مشتمل نه آهي مگر اها ڪيترن ئي منجهيل (ورن وڪڙن واري) حصن جي ٺهيل آهي ۽ ڌرتي جي سڄي مٿاڇري تي پکڙيل آهي. اسين انهن ورن وڪڙن وارن حصن کي ٽيڪٽونڪ پليٽس چوندا

آهيون ۽ انهن پليٽن (پٿر جا تمام وڏا حصا جن مان ڌرتيءَ جو مٿاڇرو ٺهيل آهي) جي چيڙن کي، پليٽن جون سرحدون سڏيندا آهيون. جنهن جڳهه تي پليٽن جون سرحدون ملن ٿيون، ان جاءِ تي زمين جي ڪرسٽ ۾ ڦاٽ آهن،جن کي فالٽ سڏبو آهي. ڌرتي جي چوڌاري اڪثر زلزلا انهن فالٽن تي ايندا آهن. اهي پليٽون اڪثر ڪري حرڪت ۾ رهن ٿيون ۽ هڪٻئي جي مٿان چڙهي وڃن ٿيون. ڪڏهن ڪڏهن پليٽ جون سرحدون هڪٻئي سان چنبڙي پونديون آهن،پر پليٽون هر وقت حرڪت ۾ رهنديون آهن. آخرڪار جڏهن پليٽ هڪ حد کان وڌيڪ حرڪت ڪري چڪندي آهي ته اهي چنبڙيل سرحدون وڏي زور سان هڪٻئي کان جدا ٿينديون آهن ۽ نتيجي ۾ زلزلو ايندو آهي. زلزلا وڏن علائقن تائين محسوس ڪري سگهجن ٿا. جيتوڻيڪ اهي فقط هڪ منٽ کان به ٿوري عرصي تائين رهن ٿا.

## قدرتي آفتن کان بچڻ جون حفاظتي تدبيرون:

قدرتي آفتن کان بچڻ ۽ حفاظت لاءِ اهو ضروري آهي ته قدرتي آفتن جي اچڻ کان پهريائين ۽ پوءِ ڪجهه تدبيرون ڪيون وڃن.

اڳيئين صفحن تي قدرتي آفتن (زلزلن، ٻوڏن، طوفانن ۽ برف ۽ مٽيءَ جون ڇپون ڪِرڻ) کان پهريائين ۽ پوءِ ڪرڻ وارين تدبيرن جي فهرست ڏنل آهي.

## زلزلي اچڻ کان پهريائين ڇا ڪجي؟

اهو يقيني بنايو تہ توهان وٽ باهہ وسائڻ وارا اوزار، ترت طبي امداد جو سامان، هڪ بيٽريءَ تي هلندڙ ريڊيو، برقي لالٽين ۽ اضافي بيٽريون توهان جي گهر ۾ موجود آهن.

- ترت طبي علاج ڪرڻ سِکو.
- گئس، بجلي ۽ پاڻيءَ کي بند ڪرڻ سِکو.
- اها رٿابندي ڪريو تہ هڪ زلزلي اچڻ کان پوءِ پنهنجي خاندان سان ڪٿي ملجي.
- پنهنجي اسڪول ۾ زلزلي بابت رٿابندي جو پروگرام بنايو.

## زلزلي کان پوءِ ڇا ڪجي؟

- خاموش رهو.
- پنهنجي ۽ ٻين جي جاچ ڪريو تہ ڪنهن کي ڪو زخم تہ نہ رسيو آهي ۽ جنهن کي بہ ترت طبي امداد جي ضرورت آهي،ان کي اها فراهم ڪريو.
- ريڊيو کوليو ۽ ايمرجنسيءَ کانسواءِ فون جو استعمال نہ ڪريو.
- تباهہ ٿيل علائقن ۽ عمارتن کان پري رهو.
- پگهل شيشن جي ٽُڪرن کان پري رهو ۽ پنهنجي پيرن کي ڪٽجڻ کان بچائڻ لاءِ جوتا پائي رکو.
- جيڪڏهن توهان اسڪول ۾ آهيو پوءِ يا تہ حادثن واري رٿابندي (ايمرجنسي پلان) تي عمل ڪريو يا اتي موجود ڪنهن ذميوار جي هدايتن تي عمل ڪريو.

- ان ڳالھ کي يقيني بڻايو تہ توهان جي گھر جي ڪنهن وڏي ياتيءَ پاڻي، گئس ۽ بجلي جي لائينن کي ٿيل ڪنهن امڪاني نقصان جي جاچ پڙتال ڪئي آهي. جيڪڏهن ڪنهن هڪ کي نقصان رسيو آهي، تہ انهن نلڪن ۽ لائينن کي چڱيءَ طرح بند ڪرڻ گهرجي. گئس جي بدبوءِ جي پڻ جاچ ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن توهان کي گئس جي بدبوءِ اچي، تہ سڀ دريون ۽ دروازا کوليو ۽ فوري طرح سان گھر خالي ڪري لاڳاپيل اختيارين کي اطلاع ڪريو (ڪنهن ٻئي جي فون کي استعمال ڪندي).

## ٻوڏ کان پهريائين:

- ان ڳالھ جو تعين ڪريو تہ امڪاني طور تي توهان جو علائقو ڪيئن ٻڏي سگھي ٿو.
- ان ڳالھ کي يقيني بڻايو تہ علائقي ۾ توهان جي خاندان کي ٻوڏ جو اڳوات اطلاع ملي سگھي.
- هر روز موسم جون خبرون ٻڌندا ڪريو.
- ٻوڏ ستيل علائقن مان نڪرڻ جي رٿابندي ڪريو ۽ ان ڳالھ کي يقيني بڻايو تہ خاندان جا سڀ ماڻهو پنهنجون پنهنجون ذميواريون سمجهن ٿا.
- پنهنجي خاندان ۽ چوپائي مال جي محفوظ علائقي ڏانهن نڪرڻ جي نشاندهي ڪريو ۽ ٻين کي پڻ ان جي باري ۾ آگاھ ڪريو.
- کاڌي جو اهڙو ذخيرو رکو جنهن کي توري پچائڻ ۽ تڏي ڪرڻ جي ضرورت پئي.

## ٻوڏ کان پوءِ:

- پنهنجي گهرن ۾ داخل ٿيڻ کان پهريائين احتياطي طور تي برقي ٽارچ استعمال ڪريو. لالٽين يا ڏيئو استعمال ڪرڻ کان پرهيز ڪريو ڇو جو گهر اندر اهڙيون شيون ٿي سگهن ٿيون جن کي آسانيءَ سان باهه لڳي سگهي ٿي.
- باهه جي خطري کان هوشيار رهو ڇو جو ڪا ٽٽل تار موتمار ٿي سگهي ٿي. جيستائين بجليءَ جي لائينن جي چڱيءَ طرح جاچ نه ڪريو, بجليءَ تي هلندڙ ڪي به اوزارشروع (آن) نه ڪريو.
- ايستائين ڪاڏو نه ڪائو ۽ پاڻي نه پيئو, جيستائين اهو معلوم ڪريو ته اهو ٻوڏ جي پاڻي جي گدلاڻ کان بچيل آهي.
- ڪنهن به عام نفعي واريءَ لائين (بجلي، پاڻي، گئس ۽ ٽيليفون) جي ٽٽڻ جي صورت ۾ لاڳاپيل اختيارين کي اطلاع ڪريو.
- بيماريءَ کان محفوظ رهڻ لاءِ صحت کاتي جي اختيارين سان رابطو ڪريو.
- ٻوڏ جي پاڻيءَ ۾ ڪيڏڻ کان پرهيز ڪريو ڇو جو ان سان توهان بيمار ٿي سگهو ٿا.

## طوفان جي اطلاع ملڻ کان پوءِ:

- پاڻيءُ جي برتن ۽ برنين کي پيئڻ جي پاڻيءَ سان ڀري رکو.
- پنهنجي گهر جي سامان جي فهرست تيار ڪريو.
- پنهنجي ڪار/موٽر سائيڪل کي ٻارڻ (فيول) سان ڀري رکو ۽ ان کي ڪنهن سخت ڍَڪ هيٺان بيهاري ڇڏيو. پنهنجي ڍاند ڳاڏين ۽ ٻيڙين کي ڪنهن علائقي جي مضبوط جاين وٽ، جنهن جي مٿان سخت ڇت هجي ۽ وڻن کان پري ٻڌي ڇڏيو. ڪِريل وڻ ٻيڙين ۽ ڍاند ڳاڏين کي ڀڃي سگهن ٿا.

- سڀ دروازا ۽ دريون بند ڪري چڏيو ۽ گهرن اندر رهو.
- هنگامي حالت واري سامان سان گڏ پنهنجا گرم ڪپڙا، ضروري دوائون، قيمتي دستاويز، پاڻي، اڻ رڌيل (سڪل) کاڌو ۽ ٻيون قيمتي شيون پاڻي روڪ (واٽر پروف) ٿيلهن ۾ گڏ ڪٽو.
- پنهنجي مقامي ريڊيو/ٽي وي کي ٻڌڻ سان گڏ مقامي چتاءَ واري نظام سان رابطي ۾ رهو.
- زبردست طوفان جي اطلاع جي صورت ۾ پنهنجي خاندان سميت پڪين سرن واريءَ عمارت ڏانهن منتقل ٿيو.
- خطرناڪ ۽ تيز طوفان جي اطلاع جي صورت ۾ پنهنجي خاندان، قيمتي شين، دستاويزن ۽ هنگامي اپاءُ واري سموري سامان سميت ان علائقي کي خالي ڪريو. پنهنجي خاندان ۾ ٻارن، بزرگن، بيمارن ۽ حمل سان عورتن جو خاص خيال رکو. هنگامي حالت ۾ ڪم ايندڙ سامان جيئن مخصوص کاڌي جو ذخيرو، پاڻي ۽ اهڙو ٻيو سامان ڪڏهن به ڪٽڻ نه وسارڻ گهرجي. توهان کي ويجهي طوفان کان بچاءَ لاءِ ناهيل پناهه گاهه ۾ يڪدم وڃڻ گهرجي.

## طوفان کان پوءِ:

- جيستائين سرڪاري طور تي اهو اعلان نه ڪيو وڃي ته ٻاهر وڃڻ خطري کان خالي آهي، ايستائين ٻاهر نه نڪرو.
- گئس خارج (لِيڪ) ٿيڻ جي جانچ ڪندا رهو ۽ جيڪڏهن برقي اوزار پاڻيءَ ۾ پُسيل آهن ته انهن جو استعمال نه ڪريو.
- جيڪڏهن توهان کي گهر خالي ڪرڻو پوي يا توهان اڳ ۾ ڪري چڪا آهيو ته جيستائين سرڪاري طور اعلان نه ٿئي واپس گهر نه اچو ۽ گهر اچڻ لاءِ فقط صلاح ڏنل رستي جو استعمال ڪريو ۽ تڪڙ ڪري غلط رستي تي نه وڃو.
- نانگ جي ڏنگ جو خاص خيال رکو. پاڻ سان لٺ يا بانس جو ڏنڊو ضرور ڪٽو.
- بجليءَ جي ڪِريل تارن، نقصان پهتل پُلين، عمارتن ۽ وڻن جو خيال ڪريو ۽ سيني اعلانن کي غور سان ٻڌو.

## برف، مٽيءَ ۽ جبل جي ڇپ ڪرڻ جي صورت ۾ بچاءَ جا طريقا:

- ڪنهن لاهي، جنهن تان ڇپ ڪرڻ جو انديشو آهي، کي پار ڪرڻ کان پهريائين پنهنجي جسم تي پاتل ڪپڙن کي چڱيءَ طرح مضبوط طريقي سان ويڙهيو ته جيئن پاڻي/برف جسم تائين نه پهچي سگهي.

- جيڪڏهن ان لاهيءَ کي پار ڪرڻ جو ٻيو ڪوبہ رستو ناهي،تہ پوءِ هڪ وقت ۾ هڪ ٽي ان لاهيءَ کي پار ڪريو تہ جيئن امڪاني خطري کي گهٽائي سگهجي.
- ڪنهن لاهيءَ تي چڙهڻ يا ان تان لهڻ مهل، امڪاني ڇپ جي جيترو ٿي سگهي پاسن کان پري رهو تہ جيئن ڇپ ڪرڻ جي صورت ۾، توهان ان کان محفوظ رهو.
- پاڻ سان گڏ ٻين همراهن جي حالت کان باخبر رهو. جيڪڏهن انهن مان ڪو ٿڪيل، بيمار هوندو يا ٿڌ محسوس ڪندو هوندو تہ اهو نہ تہ بهترين فيصلو نہ وري بهترين ڪوشش ڪري سگهندو.
- جيڪڏهن توهان ڪجهہ ڪلاڪن کان وڌيڪ ٻاهر رهڻ لاءِ وڃي رهيا آهيو،تہ هر وقت موسم يا گرمي پد جي صورتحال کان خبردار رهو.
- ڇپ کان بچڻ جا اوزار جيئن پري کان روشنيءَ ذريعي اطلاع ڏيڻ واري بتي ۽ ڪوڏر، پنهنجي ٿيلهي يا گاڏيءَ ۾ رکو.

## اختصار

هِن باب ۾ اسان هيٺيون ڳالهيون سِکيون آهن.

- ڌرتيءَ جي چوڌاري موجود گئس جي تهہ کي آبهوا چئجي ٿو ۽ ڪنهن خاص جڳهہ ۽ وقت تي آبهوا ۾ تبديلين کي موسم سڏبو آهي.
- موسم تي ڪيترائي عنصر اثرانداز ٿين ٿا جيئن گرمي پد، هوا جو داٻ، هوا، گهم ۽ مينهن يا برف باري.
- ماهرِ موسميات موسم جو مطالعو ڪندا آهن. اهي هر روز موسم کي ماپيندا ۽ رڪارڊ ڪندا آهن ۽ ان جي مدد سان اها اڳڪٿي ڪندا آهن تہ مستقبل ۾ موسم ڪيئن ٿيندي تہ جيئن اسين گرميءَ يا سرديءَ جي حساب سان مناسب لباس پائي سگهون ۽ ٻڻ طوفان، تيز هوا ۽ ٻوڏن جي لاءِ پاڻ کي تيار ڪري سگهون.

## مشق

### (الف) هيٺيان خال پريو:

1. موسم گهٽجي وقت تائين ________ نہ تي رهي.
2. ٿرما ميٽر ________ ماپڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن.
3. ________ ۾ ڪجهہ پيالا ڦرڻ واريءَ سرائي سان ڳنڍيل هوندا آهن.
4. فضا يا وايو منڊل ۾ پاڻيءَ جا بخار يا ٻاڦ جي مقدار کي ________ چئبو آهي.

### (ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. لفظ موسم جي وصف لکو.
2. موسم تي اثرانداز ٿيندڙ عنصرن جا نالا لکو.
3. سنڌ جي آبهوا جي باري ۾ ٻڌايو. سنڌ جي مختلف حصن تي ساموندي هوائن جو ڪهڙو اثر ٿئي ٿو؟
4. اسان جي صوبي جي آبهوا هتان جي ماڻهن جي لباس، کاڌي پيتي ۽ تفريحي سرگرمين تي ڪيئن اثر ڇڏي ٿي؟

### (ج) هيٺ ڏنل جدول جهڙي جدول ٺاهيو ۽ ان کي ضروري معلومات سان پريو. هڪ توهان جي رهنمائيءَ لاءِ حل ڪيل آهي.

| موسم تي اثرانداز ٿيندڙ عنصر | اها اسان کي ڇا ٿي ٻڌائي | ان کي ماپڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ اوزار | ماپڻ جو ايڪو |
|---|---|---|---|
| گرمي پد | هوا جي گرمي يا سردي | ٿرما ميٽر | ڊگري سينٽي گريڊ °C ۽ ڊگري فارنهائيٽ °F |

هيٺ جدول ڏانهن نهاريو. ان ۾ حيدرآباد ۽ لاهور شهرن ۾ جولاءِ ۽ ڊسمبر جي مهينن ۾ پونڊڙ برساتن ۽ ساڳين مهينن دوران گرمي پد جي معلومات ڏني وئي آهي. حيدرآباد ۽ لاهور ۾ جولاءِ ۽ ڊسمبرمهينن ۾ پونڊڙ برساتن ۽ گرمي پد ۾ فرق معلوم ڪريو.

| شهر | جولاءِ ۾ گرمي پد | جولاءِ ۾ پونڊڙ مينهن | ڊسمبر ۾ گرمي پد | ڊسمبر ۾ پونڊڙ مينهن |
|---|---|---|---|---|
| حيدرآباد | 42 °C | 20 mm | 06 °C | 02 mm |
| لاهور | 45 °C | 80 mm | 02 °C | 05 mm |

## (د) عملي ڪم:

1. پوشاڪ ۽ ڪاڏو جيڪو ماڻهو اونهاري ۽ سياري ۾ ڪاڏو ڪائين ۽ ڪپڙا پائين ٿا ۽ سندن تفريحي سرگرمين جون تصويرون ناهي ڏيکاريو.
2. پاڻي جي ڦيري يا آبي چڪر جي صورتحال (شڪل) تيار ڪري، ان تي ليبل لڳايو.

## (هه) تحقيقات:

1. معلوم ڪريو تہ زلزلا ڪيئن ايندا آهن ۽ ڪي بہ ٽي بچاءَ جون تدبيرون ٻڌايو.

## (و) اضافي سرگرمي:

1. هڪ مهيني لاءِ هر روز گرمي پد ماپيو. اهو توهان ڪي ڇا ٿو ٻڌائي؟

# صوبي جي حڪومت

## شاگردن جي سکڻ جا نتيجا

هن باب جي پُڄاڻيءَ تي شاگرد ان لائق ٿيندا تہ :

- معاشري، جمهوريت، قانون، حڪومت ۽ قائدن کي بيان ڪرڻ سان گڏ انهن جا مختلف مثال بہ ڏئي سگهن.
- صوبائي حڪومت جي ناهڻ جا سبب بيان ڪري سگهن.
- صوبائي حڪومت جي خاص شاخن (قانون سازي، عدليہ ۽ انتظاميہ جي فهرست ناهي سگهن).
- پنهنجي ڪلاس جي مانيٽر مقرر ڪرڻ لاءِ چونڊ ڪرائي سگهن.
- حڪومت جي انتظامي شاخ جو ڪم ٻڌائي سگهن.
- عدالت جي ڪم کي سمجهي سگهن.
- عدالت ۾ هڪ جج جي ڪردار کي سمجهي سگهن.
- ڊرامي جي ذريعي هڪ عدالت جي وهنوار کي سمجهي سگهن.
- صوبائي حڪومت جي مختلف شاخن جي باري ۾ مختلف ذريعن (اخبارن، ڪتابن ۽ وڏن ڪان) معلومات ڪٺي ڪري لکت ۾ پيش ڪري سگهن.
- اهو سمجهي سگهن تہ مقامي ۽ صوبائي حڪومتن جا ادارا ڪيئن پنهنجي شهرين جي خدمت ڪن ٿيون.
- لفظ ”شهري“ جو مقصد سمجهي سگهن.
- انهن طريقن جي نشاندهي ڪري سگهن جن سان ماڻهو ڪنهن ملڪ جو شهري ٿي پوي ٿو.
- ڪنهن ملڪ جي شهرين جي حقن جي اهميت سمجهي سگهن.
- شهرين جون اهم ذميوارين ۽ حقن جي فهرست تيار ڪري سگهن.
- انهن طريقن جي نشاندهي ڪري سگهن جنهن سان ڪو عام ماڻهو صوبائي سطح تي هڪ ذميوار شهري ٿي سگهي.
- شهرين پاران ناهيل انهن جماعتن (پيشہ ورانٽيون، ڀلائي سماجي) جي نشاندهي ڪري سگهن جيڪي شهرين جي حقن جي ترقي ۽ انهن جو تحفظ ڪري سگهن.
- ان ڳالهہ کي سمجهي سگهن تہ ڪهڙيءَ طرح هڪ ذميوار فرد صوبائي شهري ٿي رهي سگهي ٿو (ذميوار صوبائي شهريءَ جو مظاهرو ڪري سگهي).

باب ڇهون

# صوبي جي حڪومت

گڏ رهندڙ ماڻهو سماج ناهين ٿا. ڪنهن بہ سماج جا ماڻهو گڏ رهن ٿا ۽ هڪٻئي جي ڀلائي لاءِ گڏجي ڪم ڪن ٿا. ماڻهن جي گڏ رهڻ جي نتيجي ۾ ڪجهہ اهڙا مسئلا پيدا ٿيندا آهن، جيڪي سڀني تي هڪ جيترو اثرانداز ٿيندا آهن. ماڻهو انهن مسئلن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ ڪجهہ ماڻهن جي چونڊ ڪندا آهن. ماڻهن جي ان جماعت (گروپ) کي حڪومت سڏبو آهي.
پاڪستان جو عوام پنهنجن ئي ماڻهن منجهان چونڊ ذريعي ماڻهن جي هڪ جماعت (گروپ) جي چونڊ ڪندو آهي. ماڻهن جي ان چونڊيل ٽولي کي وفاقي حڪومت چئبو آهي. اها چونڊيل جماعت پوري ملڪ جو ڪم ڪار هلائي ٿي ۽ سڄي پاڪستان جي مسئلن کي منهن ڏئي ٿي (اسين اڳتي هلي پنجين ڪلاس ۾ سڪنداسون تہ پاڪستان ۾ حڪومت ڪيئن هلائي وڃي ٿي). پاڪستان ۾ چار صوبا آهن. هر صوبي جي ڪم ڪار هلائڻ لاءِ هڪ حڪومت هوندي آهي، جيڪا اُتي جو وهنوار هلائي ٿي. ان کي صوبائي حڪومت سڏجي ٿو. صوبي جي حڪومت پڻ اتان جو عوام ووٽ جي ذريعي چوندي ٿو.
هن باب ۾ اسين اهو پڙهنداسين تہ صوبي جي حڪومت ڪيئن نهندي ۽ ڪم ڪندي آهي.

صوبي جي حڪومت ناهڻ جا هيٺيان مقصد آهن:

1. وفاقي حڪومت تان وزن (بوجهہ) گهٽائڻ لاءِ.
2. ماڻهن کي ووٽ جو حق ڏيڻ لاءِ تہ جيئن انهن جا چونڊيل نمائندا صوبائي اسيمبليءَ ۾ انهن جي لاءِ ڳالهائين.
3. ماڻهن کي وڌيڪ سهولتون ڏيڻ لاءِ.
4. ماڻهن کي ترت انصاف جي فراهميءَ لاءِ.
5. امن امان برقرار رکڻ لاءِ.
6. ماڻهن جي حقن جي حفاظت لاءِ.

**ڇا توهان کي خبر آهي؟**

هر ملڪ کي پنهنجو آئين هوندو آهي. آئين اهڙو قانون آهي، جنهن جي مطابق حڪومت هلائي ويندي آهي. اِهو حڪومت جي مختلف شاخن جي اختيارن ۽ انهن جي باهمي رابطن جي باري ۾ ٻڌائيندو آهي. ان ۾ شهرين جا حق ۽ فرض بيان ٿيل هوندا آهن.

صوبائي حڪومت ٽن شاخن ۾ ورهايل آهي:

- قانون ساز (قانونيه)
- انتظاميه
- عدليه

شڪل 6.1 ۾ هر شاخ جا اختيار ڏسو.

شڪل 6.1 حڪومت جون شاخون

## قانون ساز (قانونيه):

صوبائي حڪومت جي قانون ساز شاخ کي صوبائي اسيمبلي سڏيندا آهن. صوبائي اسيمبلي نوان قانون جوڙيندي آهي ۽ اڳ ۾ موجود قانون ۾ ڦير ڦار ڪندي آهي. چاڪاڻ ته اتي اهڙا فيصلا ڪيا ويندا آهن، جيڪي اسان سمورن تي لاڳو ٿيندا آهن، ان ڪري صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر عوام چونڊيندو آهي. صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر ڪيئن چونڊيا ويندا آهن؟ عام طور سياسي پارٽيون چونڊن ۾ حصو وٺنديون آهن. هر پارٽي پنهنجا اميدوار چونڊن ۾ بيهاريندي آهي. چونڊن جي ڏينهن سڀ ووٽر پنهنجي پسند مطابق اميدوارن کي ووٽ ڏيندا آهن. چونڊ ڪان پوءِ ووٽن جي ڳڻپ ٿيندي آهي. اميدوارن مان جيڪو گهڻا ووٽ کٽندو آهي، اهوئي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيندو آهي. ان کي MPA سڏبو آهي. يعني ميمبر پراونشل اسيمبلي.

**ڇا توهان کي خبر آهي؟**

جمهوريت حڪومت جو اهو نظام هوندو آهي جنهن ۾ ماڻهو يا ته پاڻ تي سڌي حڪمراني يا وري پنهنجي چونڊيل نمائندن ذريعي حڪومت ڪندا آهن، جن کي اهي ووٽ جي ذريعي چونڊيندا آهن. قانون انهن قاعدن کي چئبو آهي جيڪي حڪومت ناهيندي آهي. قاعدا اسان کي ٻڌائيندا آهن ته اسان کي ڇا ڪرڻ ۽ ڇا نه ڪرڻ گهرجي.

شڪل 6.2 ماڻهو پنهنجو ووٽ وجهندي

شڪل 6.3 سنڌ اسيمبليءَ جي عمارت ۽ اجلاس جي تصوير

**سرگرمي:**
پنھنجي ڪلاس جي مانيٽر مقرر ڪرڻ لاءِ چونڊ ڪريو.

## انتظاميہ:

انتظاميہ جو ڪم قانون لاڳو ڪرائڻ يا ان تي عمل ڪرائڻ ھوندو آھي. ان ۾ گورنر، وزيراعليٰ ۽ وزير شامل ھوندا آھن. وزير اعليٰ صوبائي حڪومت جو سربراھ ھوندو آھي. وزيراعليٰ اڪيلو قانون تي عمل نٿو ڪرائي سگھي، نہ وري سمورا ڪم جيڪي حڪومت ڪي ڪرڻا ھوندا آھن، اڪيلو پورا ڪري سگھي ٿو، تنھن ڪري ھو صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبرن مان ڪجھ وزير چونڊيندو آھي، جنھن کي"ڪابينہ"سڏبو آھي. عام طور ھر وزير ھڪ کاتي جي سرڪاري ڪمن ڪارين جي نگراني ڪندو آھي. مثال طور: تعليم وارو وزير تعليم کاتي جي سار سنڀال لھندو آھي.

انتظاميہ جو ٻيو ڀاڱو پبلڪ يا سول سروس آھي. پبلڪ يا سول سروس ۾ سرڪاري ڪم ڪار لاءِ ماڻھن جون خدمتون پئسن عيوض ورتيون ويندئون آھن. يعني ماڻھن کي نوڪرين ۾ رکيو ويندو آھي، جيئن اھي ماڻھن يا شھرين جو ڪم ڪار ڪن ۽ انھن جي خدمت ڪري ڪين سگھن پھچائين.

شڪل 6.4 سرڪاري ملازم ذميواريون سرانجام ڏيندي

**سرگرمي:**
سنڌ جي تعليم، صحت ۽ ثقافت جي وزيرن جا نالا ٻڌايو. اھو پڻ ٻڌايو تہ انھن وزيرن کي مليل ڪاتن پاران ماڻھن جي صحت، تعليم ۽ تفريح جي حقن لاءِ ڪھڙا اپاءَ ورتا ويا آھن.

### عدليہ:

عدليہ جو مکيہ ڪم ”تشريح“ يعني قانون جي معنيٰ مراد ڪي چٽو ڪرڻ آهي. ان جو مطلب تہ اها قانون جي معنيٰ مراد جو فيصلو ڪندي آهي، تہ جيئن قانون جي برخلاف ڪم نہ ٿئي ۽ جيڪڏهن ڪير بہ ائين ڪري تہ ان کي سزا ملي. صوبي جون عدالتون ۽ جج عدليہ جو حصو آهن. اڪثر ڪري ماڻهن جي وچ ۾ تڪرار ٿي پوندو آهي. اهي ڪوشش ڪندا آهن تہ ڳالهہ ٻولهہ يا ڪنهن جي ٽياڪڙيءَ جي ڪري تڪرار حل ٿي وڃي، پر ڪڏهن ڪڏهن ائين مسئلو حل نہ ٿي سگهندو آهي، تنهن ڪري اهي عدالت ڏي معاملو ڪٽي ويندا آهن.

اهي عدالتون جيڪي ماڻهن جي وچ ۾ عام جهڳڙن سان منهن ڏينديون آهن،انهن کي سول عدالتون چئبو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو قانون جي خلاف ڪم ڪندا آهن. اهي قتل ۽ ڦُر ڪرڻ جهڙا ڏوهہ ڪندا آهن. جيڪي عدالتون ڏوهن جا مسئلا ٻڌنديون آهن،انهن کي ڪرمنل ڪورٽون چئبو آهي.

### سرگرمي:

عدالت جنهن نموني پنهنجو ڪم ڪري ٿي ۽ جج ڪيس جو فيصلو ڪن ٿا، ان بابت لکو ۽ ٻهن جي گروپن ۾ ان جي اداڪاري ڪري ڏيکاريو.

### شهري:

اهو ماڻهو شهري آهي جيڪو ڪنهن ملڪ ۾ رهندو آهي. سمورا شهري حڪومت طرفان ڏنل سيني حقن مان فائدو وٺندا آهن. شهرين تي ڪيترين ئي ذميوارين پڻ هونديون آهن. اسان مان اڪثر ماڻهو پاڪستان ۾ ڄاوا آهن ۽ اسين هتي ئي رهون ٿا، ان ڪري اسين پاڪستان جا شهري آهيون. شهري هجڻ جي ڪري اسان کي تعليم، تحفظ ۽ ڪيڏڻ جا حق ڏنل آهن. اسان تي ڪجهہ ذميواريون پڻ آهن جيئن: سخت محنت ڪرڻ ۽ اسڪول ۾ سٺي ڪارڪردگي ڏسڻ، جن پارڪن (وندر گاهن) ۽ راندين جي ميدانن تي اسان ڪيڏون ٿا انهن کي صاف رکڻ ۽ قاعدن مطابق روڊ جي ٻئي پاسي ٽپڻ جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي.اسان مان اڪثريت پاڪستان جي شهرين جي آهي. اسين پنهنجي والدين وٽ پاڪستان ۾ پيدا ٿيا آهيون ۽ اسان جا والدين پاڪستان جا شهري آهن. توهان کي پنهنجي خاندان جي ڪجهہ ماڻهن جي خبر هوندي جيڪي ڪنهن ٻاهرئين ملڪ ويا هوندا ۽ ڪجهہ سال اتي رهڻ ڪان پوءِ ان ملڪ جا شهري ٻنجي ويا هوندا. اهو شهري ٿيڻ جو هڪ ٻيو طريقو آهي. ان ڪان سواءِ شهريت وٺڻ جو هڪ اضافي طريقو ڪنهن ٻئي ملڪ جي شهريءَ سان شادي ڪرڻ بہ آهي.

## شهرين جا حق ۽ ذميواريون:

جيئن تہ توهان صفحي نمبر 80 تي ”چا توهان کي خبر آهي“ واري خاني ۾ پڙهيو آهي تہ پاڪستان جي آئين ۾ شهرين جي حقن ۽ ذميوارين جي فهرست ڏني وئي آهي.
بحيثيت شهرين جي اسان جا ڪجھ حق هي آهن:

- زندگي ۽ آزاديءَ جو حق.
- برابري ۽ عزت جو حق.
- تعليم جو حق.
- مال ملڪيت رکڻ جو حق.
- هر ماڻهو کي پنهنجي مذهب تي رهڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ جو حق.
- پنهنجي زبان ۽ ثقافت کي بچائڻ ۽ ان کي ترقي وٺرائڻ جو حق.
- پاڪستان جي ڪنهن بہ علائقي ۾ سفر ڪرڻ ۽ رهڻ جو حق.
- بين سان ملڻ ۽ تنظيم ناهڻ جو حق.
- پنهنجي راءِ ۽ خيالن جو اظهار ڪرڻ جو حق.

انهن حقن سان گڏ شهرين جون ڪجھ ذميواريون بہ آهن. ڪجھ ذميواريون قانون آهن ۽ اهي اسان کي هر حال ۾ پوريون ڪرڻيون آهن.

- ملڪ جي قانونن کي مڃڻ جي ذميواري.
- محصول (ٽئڪس) ڀرڻ جي ذميواري.

بين ذميوارين جو تعلق ڀاڻ سان سماج ۾ گڏ رهندڙ ماڻهن سان سٺو ورتاءُ ڪرڻ سان آهي.
انهن مان ڪجھ ذميواريون هي آهن:

- بين جو احترام ڪرڻ جي ذميواري.
- پنهنجي پاڙي کي صاف سٿرو رکڻ جي ذميواري.
- پبلڪ پراپرٽي (عوامي ملڪيت) جو خيال رکڻ جي ذميواري.
- بين جي دل ڪنهن ڳالھ/ڪم سان نہ ڏکائڻ جي ذميواري.
- ضرورتمندن جي مدد ڪرڻ جي ذميواري.

**سرگرمي:**

مٿي ڏنل هر ذميواري لاءِ ڪا بہ هڪ ڳالھ لکو، جيڪا سنڌ صوبي جي شهريءَ طور پوري ڪري سگهو ٿا.

ان ڳالهه کي يقيني بنائڻ لاءِ تہ شهرين کي پنهنجا حق ملن ٿا. صوبائي حڪومت سڄي صوبي اندر اسڪول، اسپتالون، وندر گاهون ۽ راندين جا ميدان نهرايا آهن. پر حڪومت اڃان تائين اهي سهولتون هر ماڻهوءَ تائين نہ پهچائي سگهي آهي. ان جي ڪري شهرين ڪيترين ئي تنظيمون ناهيون آهن، جيڪي ماڻهن جي حقن لاءِ جاکوڙين ٿيون. انهن مان ڪجهه جيئن سنڌ فائونڊيشن ۽ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن (سگا) سڄيءَ سنڌ اندر ڪيترائي اسڪول کوليا آهن. ان سان گڏ ايڌي ، ڇيپا ۽ اَمن فائونڊيشن نالي وارا فلاحي ادارا ايمبولينس جي سهولت فراهم ڪن ٿا. ايڌي ۽ سيلاني ويلفيئر لاوارث مردن، عورتن ۽ يتيم ٻارن جي مدد ڪن ٿا. ان کان سواءِ ”ايس او ايس ٻارن جا ڳوٺ“ يتيم ۽ ڇڏيل (لاوارث) ٻارن کي رهائش فراهم ڪن ٿا.

شڪل 6.5 ايس او ايس ٻارن جو ڳوٺ، ڪراچي

شڪل 6.6 ڇيپا ايمبولينس

مولانا عبدالستار ايڌيءَ پارن قائم ڪيل ايڌي فائونڊيشن طرفان سڄي ملڪ ۾ ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ ڪيترائي خيراتي ڪم ڪيا آهن. جهڙوڪ لاوارث مرد، عورتن ۽ ٻارڙن کي ”پنهنجو گهر“ ۾ داخل ڪري سندن هر طرح سان سار سنڀال ۽ کاڌي پيتي جو بندوبست ڪيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ کين مختلف هنر پڻ سيکاريا وڃن ٿا تہ جيئن اُهي پنهنجي پيرن تي بيهي سگهن. غريب ۽ يتيم ڇوڪرين جي شادي ۽ ڏاج جو بہ بندوبست ڪيو وڃي ٿو. ايڌي صاحب طرفان ڪيل فلاحي ڪم نہ رڳو ملڪ ۾ پر پرڏيهه ۾ بہ ڪيا وڃن ٿا، جيڪي سندس شخصيت جا نمايان پهلو ۽ انسانيت جي خدمت جا اڻ مٽ مثال آهن. ايڌي صاحب پنهنجي سڄي حياتي انسانيت جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. قوم ۽ ملڪ کي سندس خدمتن ۽ سادگيءَ تي فخر آهي.

سرگرمي: ڪالم الف ۾ ڏنل لفظ ڪي ڪالم ب ۾ ڏنل ان جي حقيقي معنيٰ (وصف) سان ملايو.

| ڪالم الف - لفظ | ڪالم ب - وصفون |
|---|---|
| شهري | حڪومت جو اهو نظام جنهن ۾ ماڻهو يا ته پنهنجي مٿان سڌي حڪمراني يا پنهنجي چونڊيل نمائندن ذريعي حڪومت ڪندا آهن. |
| جمهوريت | ڪنهن ملڪ ۾ سمورن حقن ۽ ذميوارين سان رهندڙ ماڻهو. |
| حڪومت | ڪنهن شهر، صوبي يا ملڪ جي حڪومت جو ناهيل قانون. |
| قانون | اهڙو بيان جيڪو ٻُڌائي ته اسان کي ڇا ڪرڻ جي اجازت آهي ۽ ڇا ڪرڻ جي اجازت ناهي. |
| قاعدو | ڪنهن سماج ۾ گڏ رهندڙ ماڻهو. |
| سماج | اهي ماڻهو جيڪي قانون ناهيندا آهن. |

# اختصار

هِن باب ۾ اسان هيٺيون ڳالهيون سِکيون آهن.

- ڪنهن صوبي ۾ رهندڙ ماڻهو ساڳين ئي مسئلن کي منهن ڏين ٿا. اهي صوبي جي آباديءَ مان ماڻهن جي هڪ جماعت جي چونڊ ڪن ٿا،جيڪي ماڻهن جي مسئلن کي حل ڪن ٿا. ماڻهن جي اها چونڊيل جماعت صوبائي حڪومت ٺاهي ٿي.
- صوبائي حڪومت، حقيقت ۾، وفاقي حڪومت تان بوجهه گهٽائڻ لاءِ ماڻهن کي ووٽ ذريعي پنهنجي نمائندي چونڊڻ جو حق ڏيڻ لاءِ جيڪو صوبائي اسيمبليءَ ۾ انهن لاءِ ڳالهائي، ماڻهن کي پنهنجا حق ڏيارڻ لاءِ ۽ امن امان ۽ قانون کي قائم رکڻ لاءِ ٺاهي ويندي آهي.
- صوبائي حڪومت جون ٽي اهم شاخون آهن: قانونيه نالي واري صوبائي حڪومت جي شاخ قاعدا ۽ قانون ٺاهيندي آهي، انتظاميه (انتظامي شاخ) جيڪا قانون تي عمل ڪرائيندي آهي ۽ عدالتي شاخ جيڪا قانون جي تشريح ڪندي آهي.
- هڪ شهري اهو ماڻهو آهي جيڪو ڪنهن خاص ملڪ ۾ پيدا ٿيو هجي. شهري ٿيڻ جا ٻيا طريقا پڻ هوندا آهن،جيئن ڪنهن ملڪ ۾ هڪ مقرر مدي تائين رهڻ يا ڪنهن ٻئي ملڪ جي شهريءَ سان شادي ڪرڻ.
- هڪ شهريءَ جا ڪيترائي حق ۽ ذميواريون هونديون آهن. پاڪستان جي آئين ۾ شهرين جي حقن ۽ ذميوارين جي فهرست ڏني وئي آهي. اها حڪومت جي ذميواري آهي ته شهرين کي آئين ۾ طئي ٿيل حق ڏئي ۽ شهرين جو وري فرض آهي ته پنهنجون ذميواريون پوريون ڪري. جيئن ته پاڪستان ۾ حڪومت شهرين کي سڀ حق فراهم نه ڪري سگهي آهي،ان ڪري شهرين جي ڪيترين ئي تنظيمن گڏجي سڏجي ان لاءِ جاکوڙي رهيون آهن ته شهرين کي انهن جا حق ملن.

## مشق

### (الف) هيٺيان خال پريو:

1. ________ حڪومت جون ٽي شاخون آهن.
2. انتظاميہ ________ تي عمل ڪرائي ٿي.
3. ______ شاخ جو اهم ڪم قانون جي تشريح ڪرڻ آهي.
4. ڏوهن سان منهن ڏيندڙ ________ عدالتون آهن.

### (ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. اسڪول جي ڪن بہ ٽن قاعدن جا نالا لکو .
2. حڪومت جي ٽن اهم شاخن جا نالا لکو .
3. حڪومت جي هر شاخ جي ڪم جي باري ۾ ٻڌايو.
4. سلسليوار ٻڌايو تہ صوبائي حڪومت ڪيئن نهندي آهي.
5. حڪومت جي انتظاميہ واري شاخ جو ڪم ٻڌايو ۽ هڪ جج (منصف) جو ڪهڙو ڪم آهي؟ ۽ جج جو ڪم ڇو ضروري آهي؟
6. پاڪستان جي شهريءَ جي حيثيت ۾ حاصل پنهنجا ڪي بہ ٽي حق لکو ۽ هر حق سان لاڳاپيل هڪ ذميواري بہ بيان ڪريو.
7. پنهنجون ذميواريون پوريون ڪرڻ ڇو ضروري آهن؟ ڪي بہ ٽي ڳالهيون ٻڌايو،جن ڪي ڪرڻ سان توهان پنهنجي صوبي کي رهڻ لاءِ بهترين جڳهہ بنائي سگهو.

### (ج) جدول ناهيو ۽ پڙهو:

1. هيٺ ڏنل جدول لاءِ صحيح معلومات گڏ ڪريو ۽ ان کي ڏنل ٽيبل ۾ لکو (پنهنجي والدين، استادن کان، اخبارن، ڪتاب ۽ انٽرنيٽ تان مدد وٺو).

| شاخ | اهي ڪير آهن | انهن جي ڪم جي اهميت | اهي ڇا ڪن ٿا |
|---|---|---|---|
| قانون ساز (قانونيہ) | | | |
| انتظاميہ | | | |
| عدليہ | | | |

### (د) عملي ڪم:

1. ننڍن گروپن (ٽولن) ۾، ڪارڊ واري پني کي ڪٽي ان مان ٽن شاخن وارو هڪ وڻ ٺاهيو. وڻ جي هر شاخ تي حڪومت جي هر شاخ جو نالو، هر هڪ جو ڪم ۽ هڪ مثال لکو.
2. فرض ڪريو ته توهان راند جي ميدان تي آهيو ۽ توهان هڪ رديءَ جو پنو لڌو آهي،ان تي خاڪو ڪيو ته هڪ سٺو شهري ڇا ڪندو آهي.

### (هه) تحقيقات:

پنهنجي ضلعن مان ماضيءَ جي ڪن ٻه ٻن شخصيتن هڪ مرد ۽ ٻي عورت، تلاش ڪريو، جن ڪجهه اهڙو ڪيو جنهن سان ٻين کي فائدو پهتو. هيٺيان خال پري انهن جي باري ۾ حقيقت تي ٻڌل دستاويز ٺاهيو.

| مرد | عورت |
|---|---|
| نالو ____________ | نالو ____________ |
| پيءُ جو نالو ____________ | پيءُ جو نالو ____________ |
| ماءُ جو نالو ____________ | ماءُ جو نالو ____________ |
| پيدائش جي جڳهه ۽ تاريخ ____________ | پيدائش جي جڳهه ۽ تاريخ ____________ |
| تعليم ____________ | تعليم ____________ |
| ڌنڌو ____________ | ڌنڌو ____________ |
| انهن ٻين لاءِ ڇا ڪيو ____________ | انهن ٻين لاءِ ڇا ڪيو ____________ |
| وفات جي جڳهه ۽ تاريخ ____________ | وفات جي جڳهه ۽ تاريخ ____________ |

باب ستون

# مواصلات جا ذريعا

### شاگردن جي سکڻ جا نتيجا

هن باب جي پُڄاڻيءَ تي شاگرد ان لائق ٿيندا تہ:

- مواصلات جي ذريعن جي نشاندهي ڪري سگهن.
- مواصلات جي ڪنهن بہ هڪ ذريعي جي تاريخ بيان ڪري سگهن.
- مواصلات جي ڪنهن بہ هڪ جديد طريقي جا فائدا ۽ نقصان بيان ڪري سگهن.
- ا نهن طريقن جي نشاندهي ڪري سگهن،جن جي ڪري ڪمپيوٽر جي مدد سان مواصلات وڌيڪ آسان ٿي آهي.
- اهي هڪ پوسٽ ڪارڊ ناهي، ان تي پيغام ڪي هڪ دوست ڏانهن ان کي پوسٽ ڪري سگهن.
- اهي پنهنجي علائقي جي حادثن وارين خدمتن (پوليس، فائر برگيڊ، ايمبولينس) جا ٽيليفون نمبر،ٽيليفون ڊائريڪٽريءَ مان ڳولي سگهن .

باب ستون

# مواصلات جا ذريعا

لفظ ”مواصلات“ ٻين ٽائين پيغام رسائڻ ۽ جواب ۾ ٻين کان پيغام وٺڻ جو عمل آهي. ماڻهو ڪيترن ئي سببن جي ڪري ٻين ڏانهن پيغام رسائين ٿا. جيئن ٻين سان رابطي ۾ رهڻ، خيالن ۽ راين جي ڏي وٺ ڪرڻ. اسين هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ، لکڻ يا اشارن ذريعي رابطي ۾ ايندا آهيون.

## مواصلات جا وسيلا:

هڪ ٻئي سان حال احوال ڪرڻ جا گهڻا ئي وسيلا ڪم ايندا آهن. اسين آمهون سامهون ويهي يا فون جي ذريعي هڪ ٻئي سان ڳالهائي سگهون ٿا. اسان خط پوسٽ وسيلي موڪليندا آهيون ۽ ضروري پيغام جلد رسائڻ لاءِ ٽيليگرام ڪندا آهيون. اڄڪلهه حال احوال ڪرڻ لاءِ ڪمپيوٽر به ڪتب اچن ٿا، جيڪي هڪٻئي سان ”انٽرنيٽ“ جي ذريعي ڳنڍيل آهن. اي ميل (برقي ٽپال)، جنهن سان اسان انٽرنيٽ ذريعي ڳنڍيل آهيون، جي مدد سان اسان هڪٻئي سان ترت ڳالهائي ۽ خط موڪلي سگهون ٿا. هن باب ۾ اسين مواصلات جي نون ۽ پراڻن وسيلن جي بيان ڪنداسون.

## ڳالهه ٻولهه:

حال احوال وٺڻ ۽ ڏيڻ جو عام ذريعو ڳالهه ٻولهه آهي. ڳالهائڻ سان ٻڌڻ به لاڳاپيل آهي.

شڪل 7.1 ۽ شڪل 7.2 ۾ هيٺ ڏنل جدولن ڏانهن نهاريو، جيڪي صاف ڳالهائڻ ۽ ڌيان سان ٻڌڻ جي باري ۾ ڪي سبق سيکارين ٿا.

| صاف انداز ۾ ڳالهائڻ |
|---|
| • ڳالهائڻ يا تفريح کان اڳ پنهنجي خيالن کي ڪاغذ تي لکي وٺو. |
| • ايتري بلند آواز سان ڳالهايو جو ماڻهو توهان کي ٻڌي سگهن. |
| • نه تمام تيز ۽ نه تمام جهيڻو ڳالهايو. |
| • ٻڌندڙن تي نظر رکو. |

شڪل 7.1 صاف انداز ۾ ڪيئن ڳالهائجي

| ڌيان سان ٻڌڻ | |
|---|---|
| **ڇا ڪري سگهو ٿا:** | **ڇا چئي سگهو ٿا:** |
| • ڳالهائڻ واري ڏانهن ڏسو. | • سمجهڻ خاطر سوال ڪريو. |
| • خاص ڳالهيون لکو! | • درست موٽ ڏيو (ڪلو جيڪڏهن ڳالهائيندڙ چرچو ڪري). |
| • پنهنجو متو ڏوڏيو. | • سوالن جا جواب ڏيو. |

شڪل 7.2 ڌيان سان ڪيئن ٻڌجي

**استاد لاءِ هدايتون:** ڪلاس ۾ هر موضوع تي ڳالهائڻ جي لاءِ ٻارن کي صاف ۽ واضح انداز ۾ ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ لاءِ شڪل 7.1 ۽ 7.2 ۾ ڏنل طريقن مطابق تربيت ڏجي.

ڪجھ ماڻهو ڳالهائي نہ سگهندا آهن. هو ٻاڻ ۾ اشارن جي زبان ۾ ڳالھ ٻولھ ڪندا آهن. هيٺئين خاڪي ڏانهن ڏسو، ان ۾ ڪجھ اشارا ڏنا ويا آهن.

شڪل 7.3 ڪجھ اشارا رابطي لاءِ استعمال ٿين ٿا ۽ ٻار اشارن جي زبان ۾ ڳالھائيندي

**سرگرمي:**

ڪجھ اشارا سکو ۽ پنهنجي دوستن سان انهن جي ذريعي ڳالھ ٻولھ ڪريو.

## ٽيليفون:

ڳالھ ٻولھ ڪرڻ جو هڪ ٻيو ذريعو ٽيليفون آهي. ٽيليفون جي ايجاد مٽن مائٽن، دوستن ۽ واپاري ماڻهن لاءِ دنيا ۾ ڪٿي بہ ڳالهائڻ کي ممڪن بنائي ڇڏيو آهي. اڄڪلھ اڪثر ماڻهو موبائيل فون تي ڳالهائين ٿا. ڪمپيوٽر تان انٽرنيٽ وسيلي فون ڪري سگهجي ٿي.

**سرگرمي:**

موبائيل فون جا فائدا ۽ نقصان بيان ڪريو.

______________________________

**ڇا توهان کي خبر آهي؟**

ٽيليفون 1876ع ۾ اليگزينڊر گراهم بيل ايجاد ڪئي. ٽيليفون پڙلاءُ کي آواز ۾ تبديل ڪندي آهي. موبائيل فون ٽيليفون جي جديد صورت آهي.

## خط:

لکت ۾ حال احوال ڏيڻ ونڻ جو عام طريقو خط جي ذريعي هوندو آهي. ماڻهو خطن وسيلي هڪ ٻئي سان اهم معلومات جي ڏي وٺ ۽ ڪمڪارجي ڳالهه ڪندا آهن. اسين پوسٽ وسيلي خط موڪليندا ۽ وٺندا آهيون. ملڪ اندر توڙي ٻاهرين ملڪن کان خط پهرين مرڪزي پوسٽ آفيس ۾ پهچندا آهن، جتي انهن جي علائقن جي حساب سان ورڇ ٿيندي آهي. پوءِ هر علائقي جي ٽپاليءَ کي خط ڏنا ويندا آهن. جيڪو اهي خط در در رسائيندو آهي. اڄڪلهه ماڻهو اي ميل يا اليڪٽرانڪ ميل (برقي ٽپال) ذريعي به خط موڪلين ٿا.

شڪل 7.4 خط

Charge to the account of — The Franklin Institute

Send the following telegram, subject to the terms on back hereof, which are hereby agreed to

WANT A REPLY? "Answer by WESTERN UNION" or similar phrases may be included without charge.

DR. ENRICO FERMI
INSTITUTE FOR NUCLEAR STUDIES
UNIVERSITY OF CHICAGO

REQUEST TITLE OF YOUR MEDAL DAY TALK FOR OUR PRINTED PROGRAM. WIRE COLLECT.

H. B. ALLEN
FRANKLIN INSTITUTE

شڪل 7.5 تار (ٽيليگرام)

## تار (ٽيليگرام):

ماڻهو تار وسيلي ٻين شهرن ڏانهن تڪڙا پيغام موڪليندا آهن. تار وسيلي پري رهندڙ ماڻهن کي ساڳئي ڏينهن تي پيغام پهچي ويندو آهي. تنهن ڪري تار موڪلڻ خط موڪلڻ کان گهڻي مهانگي آهي.

> **سرگرمي:**
>
> هڪ ڪاغذ تي اهو پيغام لکو، جيڪو شڪل 7.4 ۾ خط ۾ ڏنل آهي، پر ان ۾ فقط ٻه ٽي ڳالهيون ٽيليگرام (تار) ڪرڻ جهڙيون لکو.

## فيڪس:

ماڻهو لکت وارا پيغام موڪلڻ لاءِ فيڪس مشين جو استعمال پڻ ڪن ٿا.

فيڪس ڪرڻ لاءِ:

- هٿ سان لکيل يا ٽائيپ ڪيل ڪاغذ فيڪس مشين ۾ رکو.
- جنهن ماڻهوءَ کي فيڪس موڪلڻو آهي ان جو نمبر ملايو.
- فيڪس مشين ٻڌائيندي ته پيغام پهتو يا نه.

## انٽرنيٽ:

شروعات ۾ ذاتي ڪمپيوٽر يا Pcs تمام سادي مشين هئي. بس ان تي ڪم جو اڪلاءُ ٿي ٿيو يعني ڪم تڪڙو ٿي ويو ٿي، جيڪو ٻين طريقن سان به ٿي سگهندو هو. جيئن ئي شخصي ڪمپيوٽر جو استعمال وڌيو، تيئن ئي ڪمپيوٽرن کي هڪ ٻئي سان ڳنڍڻ ۽ هڪ ٻئي جي

جاڻ مان فائدو وٺڻ توڙي وسيلن وذائڻ جي ضرورت اهم بنجي وئي. پوريءَ دنيا ۾ ڪمپيوٽر جي وڏي تعداد ۾ انهيءَ ڳانداپي کي انٽرنيٽ چيو وڃي ٿو.
انٽرنيٽ مواصلات کي بيحدآسان ڪري ڇڏيو آهي.

### ماڻهو انٽرنيٽ کي هيٺين مقصدن لاءِ استعمال ڪن ٿا:

- سڄي دنيا جي چوڌاري بين ڳالهائيندڙن "چيٽرن" سان چيٽ ڪرڻ يعني ڳالهائڻ.
- مائٽن، دوستن ۽ ڪم ڪار جي مقصد لاءِ اي ميل ڪرڻ.
- انٽرنيٽ فون ذريعي بين سان ڳالهائڻ.
- انهن سان اسڪائيپ ڪرڻ (انهن سان ڳالهائڻ دوران انهن کي ڏسڻ).

انٽرنيٽ سماجي ڳانداپي لاءِ پڻ استعمال ٿئي ٿي (دوستن يا واسطي وارن سان تعلق ۾ رهڻ لاءِ). ماڻهو فيس بُڪ ۽ ٽوئٽر تي پنهنجا اڪائونٽ (ڪاتا) رکن ٿا. فيس بُڪ تي اهي پنهنجون تصويرون رکن ٿا ۽ دوستن لاءِ پيغام ڇڏين ٿا، جيڪي وري ان جو يا ته جواب ڏين ٿا يا پنهنجي راءِ جو اظهار ڪن ٿا. ٽوئٽر تي ماڻهو پنهنجون تصويرون رکن ٿا ۽ مختصر پيغام موڪلين ٿا يا بين ماڻهن جي پيغامن تي پنهنجي راءِ ڏين ٿا. ٽوئٽر تي فقط 280 اکرن جو پيغام ڇڏي سگهجي ٿو.

انٽرنيٽ ۽ ويب سائيٽ جا مختلف ڏيک

## اختصار

هِن باب ۾ اسان هيٺيون ڳالهيون سِکيون آهن.

- موصلات جي ذريعي اسان بين ڏانهن پيغام موڪلي ۽ انهن کان پيغام وصول ڪري سگهون ٿا. مواصلات جا ڪيترائي ذريعا آهن جيئن آمهون سامهون يا ٽيليفون تي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ، خط، فيڪس ۽ انٽرنيٽ.
- اڄڪلهه انٽرنيٽ مواصلات جو انتهائي اهم ذريعو آهي،انٽرنيٽ مواصلات کي انتهائي آسان بنائي ڇڏيو آهي ڇو جو ان جي مدد سان اسين ڳالهائي سگهڻ کان سواءِ اِي ميل (برقي ٽپال) پڻ موڪلي سگهون ٿا ۽ اسان انٽرنيٽ تي فون استعمال ۽ اسڪائيپ (ماڻهن سان ڳالهائڻ کان سواءِ ڏسي پڻ) ڪري سگهون ٿا. ان سان گڏ سماجي رابطن وارين ويب سائيٽن جيئن "فيس بُڪ" ۽ "ٽوئٽر" ذريعي دوست ۽ واسطي وارن سان رابطي ۾ رهي سگهون ٿا.

# مشق

## (الف) هيٺيان خال پريو:

1. اسان فون تي ___________ سکھون ٿا.
2. اڄڪلھ گھڻا ماڻھو ________ تي ڳالھائڻ پسند ڪن ٿا.
3. اسان خط __________ ۽ ________ ذريعي موڪليون ۽ حاصل ڪريون ٿا.
4. انٽرنيٽ________ کي آسان ڪري ڇڏيو آھي.

## (ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. مواصلات جي مختلف ذريعن جا نالا ٻڌايو.
2. اھڙا طريقا ٻڌايو جن جي ذريعي ڪمپيوٽرن مواصلات کي آسان بنايو آھي.
3. جدول ناھيو ۽ پڙھو:

## (ج) هيٺ ڏنل ٽيبل جھڙي ٽيبل ناھيو. مواصلات جي ذريعن جا نالا لکي، انھن جي سامھون ھر ھڪ جا ٻہ فائدا ۽ ٻہ نقصان لکو.

| مواصلات جا ذريعا | فائدا | نقصان |
|---|---|---|
| | | |
| | | |

## (د) عملي ڪم:

1. ھڪ پوسٽ ڪارڊ (ٽپال جو ڪارڊ) ناھيو. ان جي ھڪ پاسي ھڪ تصوير ۽ ٻئي پاسي دوست لاءِ پيغام لکو ۽ ان کي ٽپال رستي دوست ڏانھن موڪليو.
2. ذاتي فون نمبرن جي ڊائريڪٽري (عبارت نامو) ناھيو. ان ۾ پنھنجي دوستن جا نالا الف ب جي ترتيب سان ڏئي سامھون انھن جا فون نمبر لکو.

   پنھنجي علائقي ۾ موجود هيٺين ايمرجنسي سروس وارن ادارن جا نمبر ڳولي ٻڌايو.

   پوليس، فائر برگيڊ ۽ اسپتال.

## (ھ) تحقيقات:

پنھنجي ڪنھن استاد، والدين، وڏن ڀائرن ۽ ڀينرن ۽ انٽرنيٽ جي مدد سان موبائيل فون يا ڪمپيوٽر جي تاريخ لکو، ان جي ايجاد ٿيڻ ۽ ان کان پوءِ ٿيل ترقيءَ جي ٽائيم لائين (وقت جو چارٽ) ناھيو.

باب اٺون

# پيِن سان گڏ زندگي گذارڻ

### شاگردن جي سکڻ جا نتيجا

هن باب جي پُڄاڻيءَ تي شاگرد ان لائق ٿيندا تہ:

- تڪرار ۽ امن جي وصفن کي سمجهي سگهن.
- تڪرار ۽ امن جي امڪاني نتيجن جي نشاندهي ڪري سگهن.
- امن جي قائم ٿيڻ جا امڪاني طريقا پيدا ڪري سگهن.
- اهو سمجهي سگهن تہ تڪرار اڻترآهن ۽ انهن سان (هاڪاري انداز ۾) منهن ڏئي سگهجي ٿو.
- تڪرار کي حل ڪرڻ جي مختلف طريقن جي نشاندهي ڪري سگهن.
- اهو سمجهي سگهن تہ مواصلات ۽ رابطو تڪرار کي حل ڪرڻ جو اهم طريقو آهي.
- مسئلن کي حل ڪرڻ جي طريقن جي مدد سان ذاتي (گهر، اسڪول) مسئلن کي حل ڪري سگهن.

باب اٺون

# ٻين سان گڏجي رهڻ

اسين هڪ ئي وقت ڪيترن ئي سماجن ۾ گڏ رهون ٿا. مثال طور خاندان، اسڪول، پاڙو. انهن ئي سماجن ۾ اسان هڪ ٻئي سان سهڪار ڪرڻ، پنهنجي سوچن ۽ احساسن کي ٻين تائين ۽ پاڻ جهڙن ۽ پاڻ کان مختلف ماڻهن سان گڏ رهڻ سِکون ٿا. جڏهن اسين درست نموني هڪٻئي سان رابطي ۾ اچون ٿا، هڪ ٻئي جي عزت ڪريون ٿا ۽ پنهنجن مسئلن کي گڏجي سڏجي حل ڪريون ٿا، تڏهن حقيقت ۾ اسين امن امان کي هٿي ڏيون ٿا. ڪڏهن ڪڏهن اسين ان وقت ماڻهن سان جهڳڙي ۾ ايندا آهيون،جڏهن اسان جون ضرورتون، عقيدا ۽ قدر هڪٻئي کان مختلف هوندا آهن. مثال طور، توهان وٽ فقط هڪ ئي پينسل آهي.توهان کي ۽ توهان جي ڀاءُ/ڀيڻ کي ساڳئي وقت ان جي ضرورت آهي. جيئن ته پينسل فقط هڪ ئي آهي، ان ڪري تڪرار پيدا ٿئي ٿو.

**سرگرمي:**

انهن سيني سماجن جا نالا لکو جن سان توهان جو واسطو آهي.

## تڪرار ڇا آهي؟

تڪرار اسان جي زندگين جو رواجي ۽ قدرتي حصو آهي. تڪرار پاڻمرادو ڪا خراب شيءِ نه آهي، پر جنهن طريقي سان اسين ان جو جواب ڏيندا آهيون، اهو جواب طئي ڪندو آهي ته تڪرار سٺو آهي يا خراب.مٿئين مثال مطابق توهان کي ۽ توهان جي ڪنهن ڀاءُ/ڀيڻ کي ساڳئي وقت هوم ورڪ ڪرڻ لاءِ پينسل جي ضرورت آهي. توهان ان لاءِ وڙهي سگهو ٿا ۽ جيئن ته توهان عمر ۾ وڏا ۽ جسماني طور مضبوط آهيو،ان ڪري توهان پينسل زوريءَ ڦري سگهو ٿا، پر ان سان توهان جو ننڍڙو ڀاءُ/ڀيڻ رڙيون ڪندو ۽ ناراض ٿي پوندو. توهان پاران مسئلي کي ڏنل ردِ عمل ان کي خراب بنائي ڇڏيو آهي. توهان جو ننڍڙو ڀاءُ/ڀيڻ ناراض ۽ ڏڪايل آهي.

هاڻي ساڳئي مثال تي ٻيهر ڏسو.توهان پنهنجي وڏي ڀاءُ/ڀيڻ هجڻ جي حيثيت ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ/ڀيڻ جي هوم ورڪ ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ کان پوءِ ساڳي پينسل سان پنهنجو ڪم ختم ڪريو. توهان جو اهڙو ردِ عمل ان تڪرار کي پرامن بنائي ڇڏيندو ۽ توهان جو ڀاءُ/ڀيڻ خوش ٿي ويندو .

### تڪرار جا سبب:

تڪرار جا سبب ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجن ٿا: دولت، طاقت (ٻين تي اثرانداز ٿيڻ) ۽ قدرن تي تڪرار. مثال طور جيڪڏهن ٻه ٻار فقط هڪ پينسل تي وڙهي رهيا آهن (جيئن مٿئين مثال ۾) ته اهو تڪرار گهٽ وسيلن تي آهي. جيڪڏهن ٻار ٻئي ٻار کي ڊيڄاري يا ڌمڪائي ته اهو تڪرار طاقت جي غلط استعمال تي آهي. جيڪڏهن ڪو امير ٻار ڪنهن غريب ٻار تان ٺٺوليون ڪري رهيو آهي ته ان جو مطلب ته هُن/هِن کي سيکاريو ويو آهي ته غريب نيچ هوندا آهن. اهڙيءَ طرح تڪرار جو سبب قدرن ۾ فرق آهي. طاقت ۽ ملڪيت جا تڪرار، قدرن جي تڪرار کان حل ڪرڻ ۾ آسان هوندا آهن.

**سرگرمي:**

تڪرار جي هر قسم: طاقت، دولت ۽ قدرن مان هر هڪ جو هڪ هڪ مثال پنهنجي گهر، اسڪول يا پاڙي مان ڏيو.

### تڪرار جو جواب يا ردِ عمل:

جيئن اسان مٿي پڙهيو آهي ته تڪرار اسان جي زندگين جو رواجي ۽ قدرتي حصو آهي. حقيقت ۾ تڪرار ڪي،ڏنل اسان جو ردِ عمل اهو طئي ڪندو آهي ته اهو تعميري يا تباهي آڻيندڙ تڪرار آهي. وڳوڙ تڪرار جو تباهي آڻيندڙ جواب آهي. جڏهن ته تڪرار سان منهن ڏيڻ لاءِ عدم تشدد ۽ ٻيا تعميري طريقا سنيون تبديليون آڻين ٿا. جيئن پنهنجي دوست سان ڪنهن تڪرار کي ڳالهين جي ذريعي نبيرڻ توهان لاءِ ٻيا ٻه ڪيترائي دوست پيدا ڪندو. پاڙيءَ جي اڻ برابري واري ورهاست تي جهيڙي ڪرڻ لاءِ هر ڪنهن کي قطار ۾ بيهڻ ۽ واري واري سان پاڻي وٺڻ جي لاءِ چوڻ تڪرار کي نبيرڻ جو تعميري ۽ صحتمند نبيرو آهي. وڳوڙ ۽ ٻيا تباهي آڻيندڙ طريقا،ڪنهن تڪرار کي وڌيڪ ڳنڀير بنائين ٿا. اهڙيءَ طرح تڪرار کي زور زبردستيءَ ذريعي نبيرڻ جي ڪوشش توهان جي دوستن کي ٻه توهان جو دشمن بنائي ڇڏيندي. ان ڪان سواءِ ڪنهن کي ان ڪري قتل ڪرڻ ته ان جا عقيدا ۽ قدر توهان جي عقيدن ۽ قدرن کان مختلف آهن،پڻ وڌيڪ قتل عام جو سبب بڻجي ٿو.

### تڪرار کي نبيرڻ جا طريقا:

تڪرار کي نبيرڻ جا ڇهه طريقا آهن.

#### رابطي ۾ اچڻ:

غلط فهميون ٻه تڪرار پيدا ڪري سگهن ٿيون. ڳالهه ٻولهه مسئلي/غلط فهمين کي نبيرڻ ۾ مدد ڏئي سگهن ٿيون.

## ڳالهيون ڪرڻ:

جڏهن ٻه يا ان کان وڌيڪ ماڻهو ڪنهن تڪرار تي غور ڪري اهڙو حل ڪيڻ لاءِ بحث ڪندا آهن، جيڪو ٻنهي ڌرين لاءِ فائديمند هجي ته اهي هيٺيان قدم کڻندا آهن.

پهريون قدم: هڪ ڌر پنهنجا دليل پيش ڪندي آهي.

ٻيو قدم: ٻي ڌر پنهنجو نقط نظر پيش ڪندي آهي.

ٽيون قدم: ٻئي ڌريون فيصلو ڪنديون آهن ته ڪنهن جا دليل وڌيڪ مضبوط آهن.

## ٽياڪڙي:

ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو پنهنجا مسئلا پاڻ حل ڪرڻ چاهيندا آهن، پر ائين ڪرڻ ممڪن نه هوندو آهي. ان ڪري اهي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي مدد لاءِ چوندا آهن، جيڪو تڪرار ۾ ڌر نه هوندو آهي. ان وچ واري ماڻهوءَ کي ٽياڪڙي ڪندڙ چئبو آهي.

ٽياڪڙي ڪندڙ ڳالهين ڪرائڻ لاءِ مٿي ذڪر ڪيل قدمن جو استعمال ڪندو آهي ته جيئن تڪرار ڪندڙ ماڻهو هڪ ٻئي کي سمجهي سگهن ۽ گڏيل ڳاهه سان ڪو فيصلو ڪري سگهن. ٽياڪڙي ڪندڙ جو ڪم فيصلو ڪرڻ نه پر جيڪي ڌريون تڪراري آهن، انهن کي فيصلي ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ آهي.

## فيصلو ڪرڻ:

فيصلي ڪرڻ لاءِ هڪ منصف يا امين کي سڏيو ويندو آهي. منصف تڪرار سان لاڳاپيل ڌرين جو فيصلو ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح سان، جڏهن ماڻهو ڪنهن منصف جي مدد وٺن ٿا ته انهن کي ان جو ڏنل فيصلو قبول به ڪرڻو پوندو آهي.

## مقدمي بازي ڪرڻ:

جڏهن ماڻهو پاڻ ۾ ڪو به تڪرار حل نه ڪري سگهندا آهن ته پوءِ اهي عدالت ۾ ويندا آهن. ٻئي ڌريون وڪيلن جون خدمتون حاصل ڪنديون آهن. هر ڌر جو وڪيل جج (منصف) کي عدالت ۾ اهو قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ته هوجن ماڻهن جي پاران عدالت ۾ پيش ٿيو آهي اها ڌر صحيح آهي. جج ٻنهي ڌرين جا دليل ٻڌڻ کان پوءِ قانون جي مطابق فيصلو/حل ٻڌائيندو آهي. قانوني طرح ٻئي ڌريون جج جي فيصلي کي مڃڻ لاءِ پابند آهن، پر ماڻهن کي اعليٰ عدالت ۾ وڃڻ جو حق حاصل آهي.

## قانون سازي ڪرڻ:

قانون سازيءَ جو مقصد ڪنهن به شيءِ کي قاعدو يا قانون بنائي ڇڏڻ آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪو تڪرار وري وري پيدا ٿيندو آهي. تڪرار جي ٻيهر پڙڪڻ کان بچڻ لاءِ موجود قانون تبديل يا نوان قانون ٺاهيا آهن.

## رابطي ۾ رهڻ جا طريقا:

ڪنهن به تڪرار کي حل ڪرڻ يا ان کي وڌيڪ خراب بنائڻ ۾ رابطي جو وڏو هٿ آهي. رابطي ۾ رهڻ جو مقصد صرف ڳالهائڻ يا ٻڌڻ نه پر اهڙو ڳالهائڻ يا ٻڌڻ آهي، جيڪو اسان کي ٻين جي ڳالهه سمجهڻ ۾ مدد ڪري.

### 1. ڏيان سان ٻڌڻ:

ڏيان سان ٻڌڻ جي مهارت جو مقصد آهي تہ ڪيئن ٻين کي همٿائجي، وضاحت ڪجي، ٻيهر ڳالهہ بيان ڪجي ۽ ان کي مختصر ڪجي تہ جيئن معاملي کي درست نموني سمجهي سگهجي.

#### همٿائڻ:

ڪنهن ماڻهو جي ڳالهہ ٻڌڻ ۾ دلچسپي ڏيکاريو ۽ هن کي پنهنجي ڳالهہ ڪرڻ لاءِ همٿايو. جيئن آءٌ ساره جي باري ۾ وڌيڪ ٻڌڻ پسند ڪندس.

#### وضاحت:

جيڪڏهن توهان کا اڳ ڪيل يا مجيل ڳالهہ سمجهڻ چاهيو ٿا تہ ان جي باري ۾ سوال ڪريو. جيئن ان ڳالهہ مان توهان جو ڇا مقصد آهي, مهرباني ڪري ان جي ٻيهر وضاحت ڪريو.

#### ٻيهر بيان ڪريو:

ڪنهن ڳالهہ جي بنيادي خيال کي پنهنجي لفظن ۾ ٻيهر چئو تہ جيئن اهو

واضح ٿي سگهي تہ توهان صحيح ڳالهہ ٻڌي يا سمجهي آهي. اهو ضروري آهي تہ مختصر انداز ۾ ڪنهن ڳالهہ جي اهم نقطن کي ٻيهر ورجايو وڃي. مثال طور ”توهان چاهيو ٿا تہ ڪريم توهان جو دوست ٿي پوي، ڇا اهو صحيح آهي؟“.

اهو ڏيکاريو تہ توهان ٻئي ماڻهو جي احساس کي سمجهو ٿا،مثال طور: ”جڏهن ساره ۽ ان جي دوستن توهان کي نظرانداز ڪيو تہ توهان کي ڏاڍو خراب لڳو“.

#### مختصر ڪريو:

اهم ڳالهين جو نئين سر جائزو وٺڻ لاءِ اهم نڪتن کي ٻيهر ورجايو ۽ اهم نقطن کي گڏ ڪريو. ساڳي ڳالهہ جي هر هر ورجاءِ کان بچڻ لاءِ اختصار جو استعمال ڪريو. مثال طور ”مون هيستائين جيڪو ٻڌو آهي, مهرباني ڪري مون کي ان جو اختصار پيش ڪرڻ ڏيو“.

### 2. اثرانداز طريقي سان ڳالهائڻ:

اثرانداز طريقي سان ڳالهائڻ سان ٻئي ماڻهوءَ تائين پنهنجا خيال ۽ احساس منهن ماري کان سواءِ پهچائي سگهجن ٿا ۽ ان طريقي سان وڌيڪ سني انداز ۾ بحث مباحثو پڻ ٿي سگهي ٿو. مثال طور، جيڪڏهن توهان کي اها خبر پئي تہ، هميشہ وانگر، توهان جي ساٿيءَ توهان جي ميز تان توهان جي پين کنئي آهي پر موٽائي نہ ڏني آهي. توهان ان سان اهو چئي منهن ماري ڪري سگهو ٿا تہ ”تون چو هميشہ وانگر منهنجيون شيون کڻندو رهين ٿو؟“ يا وري توهان کو اثرانداز جملو ڳالهايو جيئن ”جڏهن منهنجي ميز تان منهنجيون شيون غائب ٿينديون آهن تہ مان پريشان ٿي ويندو آهيان, جو تہ ضرورت جي وقت اهي اتي موجود نہ هونديون آهن“. اثر انداز جملا منهن ماريءَ جي بجاءِ صحتمند بحث ڏي وٺي وڃن ٿا.

سرگرمي:

| | |
|---|---|
| 1. ________ علي رومان<br>آءٌ ڪاوڙ محسوس ڪريان ٿو جڏهن توهان مون سان خراب انداز ۾ ڳالهايو ٿا (مخصوص ٿيو) | 1. ________<br>آءٌ محسوس ڪريان ٿو ________<br>________ (مخصوص ٿيو) |
| 2. ________ عبدالرحمٰن<br>جڏهن توهان منهنجي پين ڪٽي ۽ مون کي واپس نه ڏني ته مون سوال ڪيو (ورتاءَ ۽ صورتحال جو تفصيل پيش ڪريو) | 2. ________<br>جڏهن توهان ________<br>(ورتاءَ ۽ صورتحال جا تفصيلات پيش ڪريو) |
| 3. ________ عبدالرحمٰن .<br>چاڪاڻ ته مون کي ڪنهن خاص ڪم لاءِ پين جي ضرورت هئي (هي ڏکيو آهي:"چو") | 3. ________<br>چاڪاڻ ته ________<br>(هي ڏکيو آهي: "چو") |

## 3. بنا روڪ ٽوڪ جي سوال پڇڻ:

ڪنهن تڪرار جي صورتحال ۾ بنا روڪ ٽوڪ جي سوالن پڇڻ سان، اسين ان جهڳڙي بابت ۽ بين ماڻهن لاءِ ڪهڙي ڳالهه ضروري آهي ان بابت اهم ڄاڻ حاصل ڪري سگهون ٿا. بنا روڪ ٽوڪ سوالن ذريعي اسان کي اها خبر پوي ٿي ته تڪرار ۾ ڪهڙا ماڻهو ملوث آهن ۽ اهي ڇا ٿا چاهين. ان مان اسان کي ان تڪرار کي نبيرڻ ۾ وڏي مدد ملي ٿي.

هيٺ ڏنل مثال ۽ ڏنل سوال پڙهو:

> امجد ۽ اسد ساڳئي ڪلاس جا ٻه دوست آهن. امجد کي هڪ نئين پينسلن واريءَ پيتي جي ضرورت هئي پر اها وٺي ڪونه سگهيو. جڏهن اسد پنهنجي نئين پينسلن واري پيتي اسڪول آندي ۽ امجد کي ڏيکاريائين ته امجد چيو ته اها پيتي خراب آهي.
>
> اسد : تنهنجي پينسلن جي پيتيءَ جيتري خراب نه آهي!
>
> امجد : تنهنجي پينسلن واري پيتي وڌيڪ خراب آهي.
>
> امجد اسد جي نئين پينسلن واري پيتي کي ڪٽي فرش تي اڇلائي ڇڏيو. نتيجي ۾ پيتي پڇڻ سان گڏ ان ۾ موجود سامان سڄي ڪمري ۾ فرش تي پکڙجي ويو. اسد ڏانهن امجد وڌي هن کي ڌڪ هڻڻ جي ڪوشش ڪئي. امجد پري هٽي ويو. اسد هن کي قميص مان وٺي ان کي ڦاڙي ڇڏيو. امجد رڙ ڪري چيو ته: "توکي مون کي نئين قميص وٺي ڏيڻي پوندي".

بنا روڪ ٽوڪ سوال:

1. امجد ڇا ٿي چاهيو؟
2. اسد جي نئين پينسلن واري پيتي ڏسي امجد ڇا محسوس ڪيو؟
3. امجد ڇا ڪيو؟
4. اسد ڇا ٿي چاهيو؟
5. اسد پنهنجي پينسلن جي نئين پيتيءَ جي باري ۾ ڇا ٿي سوچيو؟
6. امجد ڇا ڪيو؟

# اختصار

هِن باب ۾ اسان هيٺيون ڳالهيون سِکيون آهن.

- اسان ٻين سان گڏ هڪ ئي وقت ڪيترن ئي **سماجن** ۾ رهون ٿا،جيئن خاندان، اسڪول، پاڙو ۽ ڳوٺ/شهر . ڪڏهن ڪڏهن اسان جو ٻين سان ڪنهن ڳالهه تان تڪرار ٿي پوندو آهي،ڇو جو اسان جون ضرورتون، گهرجون، عقيدا ۽ قدر مختلف هوندا آهن. تڪرار اسان جي روزمره جي زندگين جو رواجي ۽ قدرتي حصو آهي. تڪرار **پاٽمرادو** ڪا سٺي يا خراب شيءِ نہ آهي، پر جنهن طريقي سان اسين ان تڪرار کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون,ان مان خبر پوندي آهي تہ اهو تڪرار تعميري آهي يا تباهي ڪندڙ آهي.
- تڪرار جي ٽن اهم سببن جو تعلق دولت، طاقت ۽ قدرن سان آهي.
- تڪرار کي حل ڪرڻ جا ڇهه تعميري طريقا هي آهن: رابطو ڪرڻ، ڳالهه ٻولهه ڪرڻ، ٺياڪڙي ڪرڻ، فيصلو ڪرڻ، عدالت ۾ ڪيس ڪرڻ ۽ آئين سازي ڪرڻ. اسين ٻار پهرين ٽن طريقن جو استعمال ڪندا آهيون.
- رابطو ڪرڻ بيحد اهم آهي ان ڪري توهان کي رابطي ڪرڻ جي مهارت جا طريقا جيئن ڌيان سان ٻڌڻ، صاف انداز ۾ ڳالهائڻ ۽ بنا روڪ ٽوڪ جي سوال جواب ڪرڻ سيکاريا ويا آهن. توهان انهن طريقن کي وري وري ورجائي رابطي ڪرڻ واري مهارت سِکو.

# مشق

## (الف) هيٺيان خال ڀريو:

1. ______ اسان جي زندگين جو رواجي ۽ قدرتي حصو آهي.
2. رابطو ________ جو تعميري جواب آهي.
3. تڪرار _________ طريقن سان نبيري سگهجي ٿو.
4. ٽياڪڙيءَ ۾ ________ڪي مدد ڪرڻ لاءِ سڏبو آهي.
5. تڪرار جا ________ اهم سبب آهن.

## (ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. امن ۽ تڪرار جي وصف بيان ڪريو .
2. ڪنهن به سماج ۾ تڪرار سان منهن ڏيڻ جا ڪي به ٽي تعميري طريقا ٻڌايو.
3. ڪنهن به سماج ۾ تڪرار کي ناڪاري انداز ۾ حل ڪرڻ جا ڪي به ٽي طريقا ٻڌايو.
4. تڪرار کي حل ڪرڻ جي ڪن به ڇهن طريقن جا نالا ٻڌايو.
5. امن امان جي قائم ٿيڻ جا ڪي به ٽي طريقا ٻڌايو.

1. گهر ۾ 2. اسڪول ۾ 3. پنهنجي سماج ۾

## (ج) جدول ڏاهيو ۽ پڙهو.

1. هيٺين جدول ڀريو.

| احساس | مون کي ڪيئن پيش اچڻ گهرجي | رويو هاڪاري آهي يا ناڪاري |
|---|---|---|
| خوشي | | |
| ڪاوڙ | | |
| ساڙ | | |
| امن | | |
| تڪليف پهچائڻ | | |

## (د) عملي ڪم:

ڪلاس کي ڇئن جي ٽولين ۾ ورهايو. هر ٽوليءَ کي تڪرار جي هڪ صورتحال ڏيو (جيڪي هيٺ ڏنل آهن) ۽ تڪرار کي حل ڪرڻ جي هڪ هڪ حڪمت عملي (رابطو، ڳالهه ٻولهه، ٽياڪڙي ۽ فيصلو ڪرڻ) استعمال ڪريو. انهن کي چئو ته هڪ ڊرامي جي ذريعي تڪرار ۽ ان جي نبيري جو ڪردار ادا ڪن.

- گل ۽ ڪويتا ان ڳالھ تي بحث ڪري رھيا آھن تہ رنگين پينسلن واري پيتي ڪير استعمال ڪندو.
- ڪلاس ۾ بحث مباحثي لاءِ ريحان، اسلم ۽ مير کي ذميواري ڏني وئي آھي تہ ھڪ موضوع ڳولين. ھر ھڪ جا موضوع لاءِ مختلف خيال آھن ۽ اھي ڳڏيل موضوع نٿا چونڊي سگھن.
- سيما ان جي ڪري ناراض آھي تہ ھن جي بھترين دوست ريحانہ رسيس (وقفي) ۾ ھن کي نظرانداز ڪري شازيہ سان ويٺي ھئي.
- مھرين شازيہ تي سماجي اڀياس جي ٽيسٽ دوران نقل ڪرڻ جو الزام ھنيو آھي.
- ضيا ۽ گل ساڳي ڪرڪيٽ ٽيم ۾ ڪيڏي رھيا آھن پر ٻئي بئٽنگ ڪرڻ چاھين ٿا. اھي ھڪٻئي سان رڙيون ڪن ٿا.
- ڪجھ ٻار ماريہ کي ڪلاس ۾ چيڙائي رھيا آھن. جنھن ڳالھ کان ماريہ کي نفرت آھي. ان بابت ھن پنھنجي استاد کي شڪايت ڪئي آھي.

(ھ) تحقيقات:

ٻن نوجوانن جا امن بابت رايا لکو. انھن کان ھيٺيان سوال پڇو ۽ انھن جا جواب ڏيو.

1. جڏھن توھان لفظ امن ٻڌو ٿا تہ توھان جي دماغ ۾ ڪھڙا لفظ ۽ خيال اچن ٿا ۽ اھو لفظ توھان ڪڏھن ٻڌو؟
2. توھان لفظ امن جي باري ۾ ڇا ٿا ڄاڻو؟
3. ڪن بہ امن پسند ماڻھن جا نالا لکو.
4. ڪھڙيون خوبيون انھن کي امن پسند بنائين ٿيون؟
5. دنيا امن امان کان پوءِ ڪيئن نظر ايندي؟
6. دنيا کي وڌيڪ امن امان واري بنائڻ لاءِ توھان ڪھڙيون ڳالھيون ڪندؤ؟

2. پنھنجي سماج ۾ ڪنھن بہ ھڪ تڪرار جي باري ۾ ٻڌايو. نوجوانن جي مدد سان ھيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. تڪرار جي وصف بيان ڪريو.
2. تڪرار جي نتيجن بابت ٻڌايو.
3. اھو ٻڌايو تہ تڪرار کي تعميري انداز ۾ حل ڪرڻ لاءِ ڇا ٿو ڪري سگھجي؟

# شيون ۽ خدمتون

### شاگردن جي سکڻ جا نتيجا

هن باب جي پُجاڻيءَ تي شاگرد ان لائق ٿيندا تہ:

- اقتصادي پسند ۽ موقعي جي ملھ جون وصفون بيان ڪري سگھن.
- ذاتي مثالن (جيئن آئيس ڪريم ۽ چپس جي ٿيلھيءَ مان ڪنھن بہ هڪ جي چونڊ) جي مدد سان اقتصادي پسند ۽ موقعي جو ملھ جي نشاندهي ڪري سگھن.
- اقتصادي فيصلن (آئيس ڪريم جي بجاءِ ڪتاب خريد ڪرڻ) جا سبب ۽ اثر بيان ڪري سگھن.
- اهو سمجهي سگھن تہ پنھنجي محدود وسيلن جي ڪري حڪومتون اقتصادي چونڊون (پسند/ناپسند) ڪن ٿيون.
- روزمره جي زندگيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ شين ۽ خدمتن جي نشاندهي ڪري سگھن.
- روزمره جي زندگيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ ساڳين خدمتن ۽ شين (چپس، منايون، مواصلات ۽ صحت جون خدمتون) جي ڀيٽ ڪري سگھن.

باب نائون

# شيون ۽ خدمتون

## شيون ۽ خدمتون ڇا آهن؟

اسان ڪلاس ٽئين ۾ پڙهي آيا آهيون ته مال اسباب اهي شيون آهن. جيڪي اسين خريد ۽ محسوس ڪري ۽ ڇهي سگهون ٿا. جيئن صوف، رانديڪا ۽ ڪتاب. مال ملڪيت، جنسون ۽ پيداوار.

اسان اهو به سکيو آهي ته اسان ڪجهه اهڙيون شيون به خريد ڪريون ٿا، جن کي ڇُهي نه ٿا سگهون. انهن کي 'خدمتون' چئبو آهي. هڪ 'خدمت' ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ لاءِ ڪم يا فرض جي ادائيگيءَ کي چئبو آهي. مثال طور اسان وار ڪٽائڻ، تعليم، صحت، مرمت ڪرائڻ ۽ سفر ڪرڻ جهڙيون خدمتون خريد ڪندا آهيون. اسان سڀ شيون ۽ خدمتن جي ڏيتي ليتي، استعمال ۽ مٽا سٽا ڪندا آهيون. ڪجهه ماڻهو ڪارخانن ۾ ڪم ڪن ٿا جتي اهي مختلف ذريعن کي استعمال ڪري، اهي اسان لاءِ شيون تيار ڪن ٿا. انهن مان ڪجهه مثال ڪٽڪ مان بسڪيٽ ۽ ڪپهه مان ڪپڙا تيار ڪرڻ آهن. ڪجهه ماڻهو اسان کي 'خدمتون' مُهيا ڪن ٿا، جيئن استاد، ڊاڪٽر، درزي، واڍا، بئنڪر وغيره.

**سرگرمي:**

هيٺين مان ڪهڙيون خدمتون ۽ ڪهڙيون شيون آهن.

| | | |
|---|---|---|
| (i) گل | (ii) رنگ ڪرڻ | (iii) بسڪيٽن ناهڻ وارو بورچي |
| (iv) سائيڪل | (v) سئي هڻندڙ نرس | (vi) گاهه وڍيندڙ مالهي |
| (vii) ڪتاب | (viii) عمارت کي رنگ ڪرڻ | (ix) وار ڪٽيندڙ حجام (x) ڪئنچيون |

اهي ماڻهو ۽ ڪارخانا جيڪي ذريعن جو استعمال ڪري شيون ۽ خدمتون مهيا ڪن ٿا، اهي اپت (پيدائش) ڏيندڙ آهن ۽ اهي ماڻهو جيڪي شيون ۽ خدمتون خريد ڪن ٿا، انهن کي واپرائيندڙ چئبو آهي.

## پئسن عيوض مُلهه وٺڻ:

جڏهن به اسين شيون ۽ خدمتون خريد ڪريون ٿا، تڏهن اسين انهن جي قيمت ڏانهن ڏسون ٿا. جيتوڻيڪ هر شيءِ ۽ خدمت جي مقدار ۽ خاصيت ڏانهن پڻ ڏسندا آهيون. ڪنهن شيءِ جي

ساڳين مقدارن جي قيمتن جي ڀيٽ ڪرڻ سان اسين پئسي جو صحيح مُلهه معلوم ڪري سگهون ٿا تہ بهتر سودو ڪهڙو آهي. 120 روپين ۾ ٻہ درجن ڪيلا يا 195 روپين ۾ ٽي درجن ڪيلا؟ ان جي جواب لاءِ هر ايڪي جي قيمت معلوم ڪريو. ان لاءِ قيمت کي مقدار سان ونڊ ڪريو.

120 روپين جي 2 سان ونڊ ڪرڻ کان پوءِ = هر درجن جي قيمت 60 روپيا ٿي.

195 روپين جي 3 سان ونڊ ڪرڻ کان پوءِ = هر درجن جي قيمت 65 روپيا ٿي.

قيمت ۽ مقدار کان سواءِ اسان کي خاصيت جي پڻ ڀيٽ ڪرڻ کپي. هيٺ ڏنل جدولن 9.1 ۽ 9.2 ۾ڏنل مثالن ڏي نهاريو ۽ ٻڌايو تہ توهان جي پئسن عيوض ڪهڙي خدمت يا شيءِ جو مُلهه آهي.

| شيءِ جي قيمت | مقدار | خاصيت |
|---|---|---|
| 5 روپين واري پٽاٽي جي چپس | 50 گرام | سٺي ۽ سوادي |
| 10 روپين واري پٽاٽي جي چپس | 125 گرام | سٺي ۽ سوادي |
| 5 روپين واري پٽاٽي جي چپس | 75 گرام | لوٽيانئي ۾ تيل واري |

شڪل 9.1 شين جي قيمت واري جدول

| | مقدار | خاصيت |
|---|---|---|
| 1000 روپين جي قيمت تي اسڪول جي گاڏيءَ جي سهولت | هڪ مهيني لاءِ گهر مان ڪٽڻ ۽ ڇڏڻ جي سهولت | محفوظ، صاف، پوري وقت تي هر روز گهر اچڻ |
| هر روز 20 روپين جي قيمت تي عوامي بس جي سهولت | هر روز گهر مان اسڪول اچڻ وڃڻ جي سهولت | بس اسٽاپ گهر کان اڌ ڪلوميٽر پري آهي. اسڪول ويندي گاڏي خالي، ڏهن تہ موٽ تي ڀريل هوندي آهي. بس ٽائيم تي نہ اچڻ جي صورت ۾ 2 روپيا ڏنڊ ڀرڻو پوندو. |
| 1500 روپين تي رڪشي جي سهولت | هڪ مهيني لاءِ گهر مان ڪٽڻ ۽ ڇڏڻ جي سهولت | محفوظ، صاف، پروسي جوڳي ۽ وقتائتي اچ وڃ لاءِ سهولت |

شڪل 9.2 خدمتن جي جدول

ها، توهان صحيح آهيو تہ 10 روپين ۾ 125 گرام سني ۽ مزيدار چپس پئسي جو صحيح ملھ آهي.
کھڙي خدمت پئسي جي صحيح مُلھ کي ظاهر ڪري ٿي.

سرگرميون:

1. پنھنجي روزمره جي زندگيءَ جي ڪابہ هڪ شيءِ چونديو ۽ هيٺئين جدول پرڻ لاءِ ٽن ساڳين شين جي قيمتن، خوبين ۽ خاصيتن جي ڀيٽ ڪريو:

| ڪنھن شيءِ جي قيمت | مقدار | خاصيت |
|---|---|---|
| | | |

2. پنھنجي روزمره جي زندگيءَ جي ڪابہ هڪ خدمت چونديو ۽ هيٺئين جدول پرڻ لاءِ ٽن ساڳين خدمتن جي قيمتن، خوبين ۽ خاصيتن جي ڀيٽ ڪريو.

| ڪنھن شيءِ جي قيمت | مقدار | خاصيت |
|---|---|---|
| | | |

## اقتصادي چونڊ:

فرض ڪريو تہ رسيس (وقفي) جي وقت توهان وٽ خرچ ڪرڻ لاءِ ڏھ روپيا آهن. هڪ ڪولڊ ڊرنڪ (ٿڌي بوتل) ۽ هڪ ٿيلھي چپس مان هر هڪ جي قيمت ڏھ روپيا آهي. توهان کي پنھنجي محدود پئسي جي ڪري خريداريءَ ۾ چونڊ ڪرڻي پوندي.
محدود ذريعن ۽ آمدنيءَ جي ڪري ماڻھو ڪيس گھربل سڀ شيون ۽ خدمتون هڪ ئي وقت خريد نہ ٿا ڪري سگھن. انھن کي ڪجھ شين جي چونڊ ۽ ڪجھ شين کي ڇڏڻو پوندو، جيئن توهان کي ڪولڊ ڊرنڪ (ٿڌي بوتل) ۽ چپس جي ٿيلھيءَ مان ڪرڻو پيو هو. ٻہ يا ٻن کان وڌيڪ شين يا خدمتن مان ڪنھن ہہ هڪ جي چونڊ کي اقتصادي چونڊ چئبو آهي. توهان جي والدين کي پڻ محدود وسيلن جي ڪري جيڪي شيون ۽ خدمتون خريد ڪن ٿا، انھن مان ڪن جي پسند ڪرڻي پوندي آهي. بلڪل ائين جيئن توهان کي چپس ۽ بوتل مان هڪ شيءِ جي چونڊ ڪرڻي پوندي آهي. جيئن اهي فلم ڏسڻ جي جاءِ تي سنو ڪاڏو ڪائڻ کي ترجيح ڏئي سگھن ٿا. ان کان سواءِ توهان ۽ توهان جي خاندان وانگر حڪومت کي پڻ چونڊ ڪرڻي، پوندي آهي. حڪومت کي پڻ پنھنجي محدود وسيلن جي صحيح استعمال لاءِ چونڊ ڪرڻي پوندي آهي. جيڪڏھن حڪومت بچاءَ جي نالي ۾ وڌيڪ خرچ ڪرڻ جو فيصلو ڪندي تہ ان وٽ سيني ٻارن کي تعليم ڏيارڻ لاءِ پئسا نہ بچندا.

## موقعي جو مُلهه:

هن باب جي شروعات ۾ ڏنل مثال مطابق جيڪڏهن توهان ڪولڊ ڊرنڪ (ٿڌي بوتل) جي چونڊ ڪري، چپس جي ٿيلهيءَ ڪي خريد ڪرڻ جو موقعو ڇڏيو ٿا، ته چپس جي ٿيلهي بوتل خريد ڪرڻ جي ڪري توهان لاءِ ”موقعي جو مُلهه“ ٿيندي. اهڙيءَ طرح سان بي بهترين خواهش يا چونڊ (جنهن کي ضرور ڇڏي ڏجي) جڏهن ٻن مان هڪ جي چونڊ ڪجي ان کي ’موقعي جي مُلهه‘ چئبو آهي. مگر ڪنهن ٻيءَ پسند کي نه فقط ۽ فقط بي سني ۾ سني پسند کي ’موقعي جو ملهه‘ چئبو آهي.

ڪنهن به پسند جي شيءِ لاءِ موقعي جو ملهه اهو آهي، جيڪو توهان خريد نه ڪيو. جيئن انيل کي ٻن شين مان هڪ جي چونڊ ڪرڻي آهي، هيءُ صوفن يا نارنگين مان ڪابه هڪ شيءِ خريد ڪري سگهي ٿو. هن صوفن جي چونڊ ڪئي. هن لاءِ نارنگيون موقعي جو مُلهه آهن ڇو جو هو انهن جي چونڊ ڪري پئي سگهيو، پر هن ائين نه ڪيو. هن نارنگيون خريد ڪرڻ جي موقعي کي وڃائي صوفن جي چونڊ ڪئي.

شڪل 9.1 معاشي چونڊ ۽ موقعي جو مُلهه

### سرگرميون:

1. توهان وٽ خرچ ڪرڻ لاءِ صرف 200 روپيا آهن ۽ توهان وٽ چونڊ ڪرڻ لاءِ ٻه ڳالهيون آهن:
   يا ته توهان هڪ سٺي هوٽل تي وڃي کاڌو کائو يا وري کي ٻه سنا ڪتاب خريد ڪريو.
   جيڪڏهن توهان 200 روپين جا ڪتاب خريد ڪريو ٿا ته ان پسند جي ڪري ’موقعي جو ملهه‘ ڇا ٿيندو؟ ان جو توهان جي مستقبل جي زندگيءَ تي ڪهڙو اثر پوندو؟
2. توهان وٽ واندڪائيءَ جا صرف ٻه ڪلاڪ آهن. توهان يا ته ٽي وي پروگرام ڏسي يا وري ٻاهر وڃي ڪرڪيٽ کيڏي سگهو ٿا. جيڪڏهن توهان ٽي وي ڏسڻ جي چونڊ ڪريو ته ان پسند جي لاءِ موقعي جو مُلهه ڇا ٿيندو؟ ان فيصلي جو توهان جي مستقبل جي زندگيءَ تي ڪهڙو اثر ٿيندو؟

**استاد لاءِ هدايتون:** شاگردن کي سمجهايو ته سرگرمي 1 ۾ پڇيل ”موقعي جو مُلهه“ وٽنڊڙ کاڌو آهي. ڇو جو توهان ان جي چونڊ نه ڪئي. سرگرمي 2 ۾ پڇيل ”موقعي جو ملهه“ ٽي وي آهي ڇو جو توهان ان جي بجاءِ دوستن سان راند ڪرڻ کي ترجيح ڏني.

# اختصار

هِن باب ۾ اسان هيٺيون ڳالهيون سِکيون آهن.

- اسين شيون ۽ خدمتون خريد ڪندا آهيون. شيون اهي آهن جن کي اسين محسوس ڪري ۽ ڇهي سگهون ٿا. جيئن ڪتاب ۽ پينسلون وغيره. خدمتون بين لاءِ ڪيل ڪم يا فرض آهن. جهڙوڪ تعليم ۽ صحت وغيره.
- جڏهن اسين شيون يا خدمتون خريد ڪندا آهيون، تڏهن اسان کي انهن جي قيمتن، مقدار ۽ خوبين جي ڀڃ ڀيٽ ڪرڻ کپي. ان طريقي سان ئي اسين پئسي عيوض بهترين شيون ۽ خدمتون حاصل ڪري سگهون ٿا.
- اسين سڀ شيون ۽ خدمتون خريد ڪرڻ چاهيون ٿا، پر ڇاڪاڻ ته اسان وٽ محدود پئسا آهن، ان ڪري اسان کي ڪن شين جي چونڊ ڪرڻي پوندي آهي. ڪن به ٻن يا ٻن کان وڌيڪ شين (مال اسباب) ۽ خدمتن مان ڪنهن به هڪ جي چونڊ ڪرڻ کي ”اقتصادي پسند“ چئبو آهي.
- چونڊ ڪرڻ وقت ٻي بهترين خواهش يا پسند جنهن کي اسين ڇڏي ڏيندا آهيون، ان کي ”موقعي جو مُلهه“ چئبو آهي.
- ڪنهن پسند لاءِ ”موقعي جو مُلهه“ اها شيءِ آهي، جيڪا توهان ڇڏي ڏيو ٿا.

## مشق

### (الف) هيٺيان خال ڀريو:

1. ماڻهو ______ ۽ ______ خريد، استعمال ۽ ان جي ڏي وٺ ڪن ٿا.
2. ______ هڪ طبعي شيءِ آهي جنهن کي خريدي، ڇهي ۽ استعمال ڪري سگهجي ٿو.
3. ______ اهو ڪم آهي جيڪو ماڻهن جي لاءِ ان لاءِ ڪجي ٿو جو اهي ان جي قيمت ادا ڪن ٿا.
4. ڪلاس واري ڪمري ۾ منهنجي چوڌاري ٿي مال اسباب________، ______ ۽ ______ آهن.
5. آءٌ به خدمتون ________ ۽ ________ استعمال ڪريان ٿو.

### (ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. ’شيون‘ ڇا آهن؟ ڪن ٻن جا نالا لکو، جيڪي توهان پنهنجي روزاني جي زندگيءَ ۾ استعمال ڪندا آهيو.
2. ’خدمت‘ ڇا آهي؟ پنهنجي روزاني جي زندگيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ ڪن ٻه ٻن خدمتن جا نالا لکو.
3. خدمتن ۽ شين ۾ فرق بيان ڪريو.
4. توهان اسپيلن (هِجي) جي مقابلي جي تياري جي بجاءِ پنهنجي پسند جو ٽي وي پروگرام ڏٺو. پنهنجي پسند ۽ موقعي جو ملهه ٻڌايو.

### (ج) جدول ناهيو ۽ پڙهو

| نالو | ڪردار/ ڪم |
|---|---|
| ڪارخانو | |
| دڪاندار | |
| واپرائيندڙ | |
| اپائيندڙ | |
| ماڻهو | |
| اسپتال | |

### (د) عملي ڪم:

1. ڪن ٻه ٽن خدمتن جا رنگين خاڪا ناهيو، جيڪي توهان روزمره جي زندگيءَ ۾ گهر ۾ استعمال ڪريو ٿا.
2. ڪن ٻه ٽن خدمتن جا رنگين خاڪا ناهيو، جيڪي توهان روزمره جي زندگيءَ ۾ اسڪول ۾ استعمال ڪريو ٿا.

### (هہ) تحقيقات:

شيون ۽ خدمتون جيڪي اسان روزمره جي زندگيءَ ۾ استعمال ڪريون ٿا.
ڪالهه صبح کان ڪيل هر ڪم جي فهرست تيار ڪريو. انهن واقعن کي سلسليوار ترتيب ۾ لکو. توهان پوري ڏينهن ۾ استعمال ڪيل شين ۽ خدمتن جا تفصيل ڏيو.

استاد لاءِ هدايت: تحقيق جي لاءِ ٻارن کي يادگيري ڪرايو ته پنهنجي هر ننڍي يا وڏي ڳالهه کي لکن. جيتوڻيڪ ايڏي اهم نه ٻه هجي مثال طور صبح جو اُٿڻ مهل ڏندن کي برش ڏيڻ.

# نبي سڳورو
# حضرت محمّد صلي اللّٰه عليه و آلهٖ وسلم

حضرت محمّد صلي الله عليه و آلهٖ وسلم 12 ربيع الاول مطابق 20 اپريل 571ع تي مڪي شريف ۾ پيدا ٿيا. سندن تعلق قريش جي بنو هاشم قبيلي سان هو. سندن والد، حضرت عبدالله سندن ولادت کان ڇهه مهينا اڳ رحلت ڪري ويو. سندن ڏاڏي، حضرت عبدالمطلب، سندن نالو ”محمد“ رکيو، جنهن جي معنيٰ آهي ”تمام ساراهيل“. سندن والده جو نالو بيبي آمنه بنت وهب هو. عرب جي آسودن خاندانن ۾ رواج هو ته اهي پنهنجا ٻار، صحيح پالنا واسطي، ڳوٺن ۾ رهندڙ داين جي حوالي ڪندا هئا. اهي دايون ٻارن ڪي پالينديون ۽ سنڀالينديون هيون. ٻارن ڪي ٻهراڙيءَ جي صحت افزا ماحول ۾ ڏاڍو لطف ايندو هو ۽ اهي نج عربي زبان سکي وٺندا هئا. پاڻ ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم ڪي بني سعد قبيلي جي بيبي حليمه سعديه جي حوالي ڪيو ويو. بيبي حليمه ڪي پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم سان ڏاڍو پيار هو ۽ هن ڪين وڏي خبرداريءَ ۽ شفقت سان نپايو. پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم ڪجهه وقت بيبي حليمه جي سار سنڀار هيٺ رهيا ۽ پوءِ پنهنجي والده وٽ مڪي موٽي ويا.

پاڻ ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جڏهن ڇهن ورهين جا ٿيا، تڏهن سندن والده بيبي آمنه وفات ڪري ويئي. اُن ڪان پوءِ پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم پنهنجي ڏاڏي حضرت عبدالمطلب وٽ رهڻ لڳا. ٻن ورهين ڪان پوءِ جڏهن سندن ڏاڏي وفات ڪئي، تڏهن پاڻ ڪريم‌صلي‌الله‌عليه‌وآلهٖ‌وسلم پنهنجي چاچي، حضرت ابو طالب، جي سنڀال ۾ آيا.

پاڻ ڪريم‌صلي‌الله‌عليه‌وآلهٖ‌وسلم ٻاروتڻ ۾ رڍن جي ڌڻن ۽ انن جي وڳن جي نظرداري ڪندا هئا. پاڻ صلي الله عليه وآلهٖ وسلم جڏهن جوان ٿيا، تڏهن واپار شروع ڪيو. پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم پنهنجي ڏيتي ليتيءَ ۾ بيحد ايماندار ۽ سچار هئا، انهيءَ ڪري مڪي جا ماڻهو ڪين ”الصادق“ (سچار) ۽ ”الامين“ (ايماندار) سڏيندا هئا. پاڻ ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جي سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ جو ٻڌي، مڪي جي اعليٰ ۽ امير خاتون، حضرت بيبي خديجه رضي الله تعاليٰ عنها، ڪين پنهنجي ڪاروبار ڪي سنڀالڻ جي ذميواري ڏني. مُلڪ شام ڏانهن پنهنجي تجارتي سفر ۾ حضورصلي‌الله‌عليه‌وآلهٖ‌وسلم جن جي ايمانداريءَ واري ڏيتي ليتيءَ سبب، وڏو نفعو ٿيو، جيڪو حضرت بيبي خديجه رضي الله تعاليٰ عنها جي اندازي کان گهڻو وڌيڪ هو. بيبي صاحبه حضور صلي الله عليه وآلهٖ وسلم جن جي سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ کان ايڏو ته متاثر ٿي جو ڪين شاديءَ جي آڇ

ڪيائين. پاڻ ڪريمصلي الله عليه وآلهٖ وسلم اها آڇ قبول ڪئي ۽ شادي ڪيائون. اُن وقت پاڻ ڪريمصلي الله عليه وآلهٖ وسلم 25 ورهين جا هئا.

حضرت محمّد صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جي زماني ۾ عرب جا ماڻهو بُتن جي پوڄا ڪندا هئا، ڪوڙ ڳالهائيندا هئا، چوريون ڪندا هئا، شراب پيئندا هئا جُوا کيڏندا هئا، پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا ۽ معمولي ڳالهين تان هڪ ٻئي کي قتل ڪري ڇڏيندا هئا. وٽن ڪا ڇوڪري ڄمندي هئي تہ انهن کي وڏي تڪليف ٿيندي هئي ۽ اڪثر ڪري ان کي جيئري ئي دفن ڪري ڇڏيندا هئا. حضور پاڪ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم کي اهي ڳالهيون بنهہ نہ وڻنديون هيون.

پاڻ ڪريمصلي الله عليه وآلهٖ وسلم مڪي جي پرسان ”حرا“ نالي غار ۾ وڃي ”مراقبو“ ڪندا هئا. هڪ ڏينهن فرشتو جبريل عليہ السلام غار حرا ۾ وٽن آيو. هن پاڻ ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم کي الله تعاليٰ جو پيغام پهچايو. جبريل عليہ السلام حضور صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جن کي ٻڌايو تہ الله تعاليٰ کين پنهنجو نبي (پيغمبر) چونڊيو آهي. اُن وقت سندن عمر 40 سال هئي.

نبي پاڪ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم، الله تعاليٰ جي پيغام ملڻ کان پوءِ ماڻهن کي سمجهايو تہ اهي بڇڙيون عادتون ڇڏي ڏين. بُتن جي پوڄا ترڪ ڪن ۽ الله تعاليٰ جي عبادت ڪن. پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جي اهڙيءَ تلقين تي مڪي جا ماڻهو ڏاڍو ڪاوڙيا. ٻيو تہ ٺهيو پر سندن ويجها مائٽ بہ سندن جاني دشمن ٿي پيا. جڏهن پاڻ ڪريمن صلي الله عليه و آلهٖ وسلم ۽ سندن پوئلڳن کي دشمنن جي هٿان تمام گهڻيون تڪليفون ڏنيون ويون، تڏهن الله تعاليٰ کين حڪم ڪيو تہ مڪي مان مديني هجرت ڪري وڃن. انهيءَ لڏ پلاڻ کي ”هجرت“ سڏيندا آهن.

مديني شريف ۾ ان وقت بہ وڏا قبيلا اوس ۽ خزرج آباد هئا، جيڪي اڪثر پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا پر پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآلهٖ وسلم جي مديني ۾ اچڻ کان پوءِ انهن ٻنهي قبيلن جي وچ ۾ جهيڙو ختم ٿي ويو ۽ ماڻهو اسلام قبول ڪرڻ لڳا ۽ سندن تعداد ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳو. پاڻ صلي الله عليه وآلهٖ وسلم هڪ مسجد جو بنياد رکيو، جيڪا پوءِ مسجد نبوي جي نالي سان سڏجڻ لڳي. اسلام جي دشمنن پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم کي مديني ۾ بہ آرام سان رهڻ نہ ڏنو. هجرت جي ٻئي سال، دشمنن هڪ وڏو لشڪر گڏ ڪري ”بَدر“ نالي هنڌ تي حضور صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جن سان جنگ ڪئي. مسلمان ڪل 313 هئا، جڏهن تہ دشمنن جو تعداد 1,000 هو. الله تعاليٰ مسلمانن کي فتح ڏني. ان کان پوءِ مسلمانن کي وڌيڪ جنگين ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو، پر هر ڀيري دشمنن کي شڪست ملندي رهي.

حضور ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم تمام سادي زندگي گذاريندا هئا. پاڻ ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم سادو کائيندا هئا ۽ سادا ڪپڙا پائيندا هئا. پنهنجو ڪم پاڻ ڪندا هئا. پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم نهايت رحمدل هئا ۽ جيڪڏهن ڪو کين تڪليف پهچائيندو هو تہ ان کي بہ معاف ڪري ڇڏيندا هئا. پاڻ ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم ٻارڙن سان ڏاڍو پيار ڪندا هئا. پاڻ ڪريمصلي الله عليه و آلهٖ وسلم غريبن ۽ ضرورتمندن جي مدد ڪندا هئا.پاڻڪريمصلي الله عليهو آلهٖ وسلم پاڙيسرين جو خيال رکندا هئا ۽ سندن عزت ڪندا هئا.

نبي ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم، 12 ربيع الاول سن 11 هجري تي 63 ورهين جي ڄمار ۾ وصال ڪري ويا.

سيني مسلمانن کي رسول ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جي تعليمات جي پيروي ڪرڻ گهرجي ۽ قول ۽ عمل ۾ پاڻ کي هڪ سچو مسلمان ثابت ڪرڻ گهرجي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. نبي ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄاوا؟
2. عرب جا ماڻهو رسول پاڪ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم کي ”الصادق“ ۽ ”الامين“ ڇو سڏيندا هئا؟
3. مڪي جي ماڻهن پاڻ ڪريمن صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جي مخالفت ڇو ڪئي؟

(ب) سرگرميون:

1. پيراگراف نمبر7 ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جي تعليمات ڏني وئي آهي، انهن مان هر هڪ تي توهان ڪهڙيءَ طرح عمل ڪريو ٿا.
2. حضور ڪريم صلي الله عليه وآلهٖ وسلم جن سادي زندگي گذاري. سندن حياتيءَ مان اوهان پنهنجي زندگيءَ کي سادو بڻائڻ لاءِ ڪو طريقو چونڊيو ۽ ان تي هلڻ جي ڪوشش ڪريو. اهڙين ڪوشش جو رڪارڊ ڪنهن ڊائريءَ ۾ پاڻ وٽ رکو.

(ج) عملي ڪم:

1. سعودي عرب جي نقشي تي مڪو ۽ مدينو ڳوليو.
2. پنهنجي اسڪول ۾ عيد ميلاد النبي صلي الله عليه و آلهٖ وسلم ملهايو. ڪنهن مذهبي عالم کي پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جي حياتي مبارڪ ۽ تعليمات تي ڳالهائڻ لاءِ گهرايو.

باب يارهون

# خلفاءِ راشدين (خليفا سڳورا)

## حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه پاڻ نبي ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جن جو ننڍپڻ جو ساٿي ۽ صحابي هو. پاڻ ڏنڌي جي لحاظ کان واپاري هو ۽ مڪي جا ماڻهو سندس عزت ڪندا هئا. جڏهن پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم نبوت جو اعلان ڪيو، تڏهن حضرت ابوبڪرصديق رضي الله تعاليٰ عنه اُنهيءَ وقت ئي اسلام قبول ڪري ورتو. اهڙيءَ طرح پاڻ مردن ۾ سڀ کان پهرين اسلام قبول ڪيائون. قريش جي سخت مخالفت هوندي به، هو اسلام جي تبليغ ڪندو رهيو.

جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم معراج جو واقعو بيان ڪيو، تڏهن ڪافرن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي چيو: "اوهان جو نبي عجب جهڙيون ڳالهيون پيو ڪري، چوي ٿو ته پاڻ آسمانن جو سير ڪري راتو واهه مڪي موٽي آيو آهي." حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه پڇيو: "جا پاڻ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم واقعي ئي ائين چيو، جيڪو اوهان مون کي ٻڌائي رهيا آهيو؟" هنن جواب ڏنو: "هائو! اهي ڳالهيون هُنَ پاڻ ئي اسان کي ٻڌايون آهن." اهو ٻڌي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه هڪدم چيو: "جيڪڏهن اهي ڳالهيون نبي ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم پاڻ چيون آهن ته پوءِ بنا ڪنهن شڪ گمان جي سچيون آهن. آءٌ انهن جي ساک ٿو ڀريان ته جيڪي ڪجهه هُن فرمايو، سو سارو سچ آهي." اهو ئي موقعو هو جڏهن ڪيس "صديق" (سچ جي ساک ڀريندڙ) جو لقب ڏنو ويو.

اسلام جي دشمنن سان ٿيل جنگين دوران، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه، حضور صلي الله عليه و آلهٖ وسلم سان هميشه گڏ هوندو هو ۽ ڪين قدر لائق صلاحون ڏيندو هو. هن پنهنجي پياري نياڻي، حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها جي شادي پاڻ ڪريمن صلي الله عليه و آلهٖ وسلم سان ڪرائي. مسلمانن کي جڏهن به مالي امداد جي ضرورت پوندي هئي، تڏهن پاڻ جيڪو ڪجهه وٽس هوندو هو، سو ڏيئي ڇڏيندو هو. غزوه تبوڪ جي موقعي تي جڏهن مسلمانن کي مالي مدد جي گهرج هئي ته پاڻ پنهنجي گهر جو سمورو سامان کڻي اچي حضور ڪريم صلي الله عليه وآلهٖ وسلم جي خدمت ۾ پيش ڪيائون.

پاڻ ڪريمصلي الله عليهوآلهٖوسلم جي وفات کان پوءِ مسلمانن کيس پنهنجو پهريون خليفو چونڊيو. تمام نازڪ وقت هو جو پاڻ اها ذميواري سنڀاليائين. پاڻ مسلمانن کي چيائين: "منهنجي نظر ۾ طاقتور ۽ ڪمزور سڀئي هڪجهڙا آهن ۽ آءٌ ٻنهي سان انصاف ڪرڻ چاهيان ٿو. آءٌ جهڙي طرح الله تعاليٰ ۽ سندس رسول صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جي پوئواري ڪريان ٿو، اهڙيءَ طرح اوهان به منهنجي پوئواري ڪريو. آءٌ جيڪڏهن الله

۽ سندس رسول صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جي قانون کي نظر انداز ڪريان ته پوءِ اوهان تي به لازم نه آهي ته منهنجي اطاعت ڪريو.“

خلافت دوران ڪيس ڪيترن ئي مسئلن کي مُنهن ڏيڻو پئجي ويو. ڪن ماڻهن نبوت جي ڪوڙي دعويٰ ڪئي ۽ ڪن مسلمان قبيلن زڪوات ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه انهن بنهي مسئلن جو همت ۽ طاقت سان مقابلو ڪري انهن کي ڪاميابيءَ سان اُڪلايو.

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه ڏاڍو رحمدل هو. هو پنهنجين عادتن ۾ سادو هو، غريبن جي مدد ڪندو هو ۽ سندن ڏکن ۽ تڪليفن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيندو هو. هو نه رڳو پنهنجيون ٻڪريون پاڻ ڏهندو هو، پر خلافت ملڻ کان پوءِ به پاڙي وارن کي سندن ٻڪريون ڏهي ڏيندو هو.

خليفي جي حيثيت ۾ بنهه ٿورا پئسا پگهار طور ڪٽندو هو. وفات وقت، بيت المال (سرڪاري خزانو) مان پگهار ڪٽڻ واري ڳالهه تان ڏاڍي آنڌ مانڌ ٿيس. سو پاڻ حڪم ڏنائين ته منهنجي ملڪيت وڪڻي، پگهار طور ڪنيل ساري رقم سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائي وڃي.

هو تاريخ 22 جمادي الثاني، سن 13 هجريءَ ۾ وفات ڪري ويو ۽ ڪيس حضور صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جن جي روضۂ مبارڪ جي پاسي ۾ دفن ڪيو ويو. وفات وقت سندس عمر 63 ورهيه هئي.

## حضرت عُمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه

حضرت عمر فاروق رضہ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي وفات کانپوءِ اسلام جو ٻيو خليفوچونڊيو ويو.

جڏهن پاڻ ڪريمن صلي الله عليه و آلهٖ وسلم، اسلام جي تبليغ شروع ڪئي، تڏهن حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه سندن سخت مخالفن مان هو، پر بعد ۾ پاڻ اسلام قبول ڪيائين. تنهن وقت تائين چاليهه مرد ۽ يارنهن عورتون اسلام قبول ڪري چڪا هئا. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي مسلمان ٿيڻ کانپوءِ، اسلام ڏاڍو زور ورتو جو نبي پاڪ صلي الله عليه و آلهٖ وسلم مؤمنن کي هڪ جاءِ تي گڏ ٿيڻ ۽ ظاهر ظهور عبادت ڪرڻ جو فرمايو.

سندس خلافت دوران، مسلمانن ڪيتريون ئي جنگيون ڪٽيون ۽ ڪيترائي شهر ۽ ملڪ اسلامي رياست ۾ شامل ٿيا. هن مسجدون جوڙايون ۽ امام ۽ استاد مقرر ڪيا ته جيئن ڪوبه اٽيڙهيل نه رهي. بيت المال مان پاڻ لاءِ تمام ٿورڙي رقم پگهار طور مقرر ڪيائين. پاڻ اڪثر چوندو هو: ”مون کي بيت المال مان صرف ايتري رقم ڪٽڻ گهرجي، جنهن مان منهنجي ۽ گهر ڀاتين جو گذران ٿي سگهي.“ سو سندس ماهوار پگهار فقط ٻه درهم مقرر ڪئي ويئي. پگهار ڪانسواءِ سال ۾ ٻه جوڙا ڪپڙن جا، هڪ اونهاري ۽ ٻيو سياري لاءِ مقرر ڪيا ويا. هو تمام سادو کاڌو کائيندو هو. سندس کاڌو ٿي مانيون (ڍوڍا) هونديون هيون. ڪڏهن انهن مانين کي زيتون جي تيل سان مکيو ويندو هو، ته ڪڏهن هو اهي مانيون کير سان کائيندو هو.

حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي انصاف جي ڪري مشهور آهن.

سندس خلافت دوران قانون جي نظرن ۾ امير توڙي غريب هڪ جهڙا هئا. سڀ گورنر حج لاءِ مديني ايندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن کي به انهن خلاف ڪا شڪايت هوندي هئي ته ڪيس خليفي جي سامهون پنهنجي شڪايت بيان ڪرڻ جي اجازت هئي. جيڪي گورنر معاملن کي سهڻي نموني نه نبيريندا هئا، تن کي سزا ملندي هئي. هو رات جي وقت، شهر جو گشت ڪري، ماڻهن جي حالت اکين سان ڏسندو هو ۽ ضرورتمندن جي مدد ڪندو هو. هو چوندو هو: ”جي ڪو ٻڪريءَ جو ٻچو به فرات نديءَ جي ڪنڌيءَ تي ضائع ٿي وڃي ته قيامت جي ڏينهن ان لاءِ عمر، الله تعاليٰ وٽ جوابدار هوندو.“

هيٺ سندن کي قول پيش ڪجن ٿا، جن ۾ اسان سڀني لاءِ زبردست پيغام سمايل آهي:

- پنهنجو فرض پورو ڪرڻ سڀ کان سُني عبادت آهي.
- الله تعاليٰ انهن تي ٻاجهه ڪري ٿو، جيڪي ٻين تي ٻاجهه ڪن ٿا.
- ٽي شيون اوهان جي پاءُ جي دل ۾ اوهان لاءِ محبت پيدا ڪنديون، جڏهن اوهان، هن سان ملو، تڏهن پهريان ڪيس ڪيڪاريو. ڪيس انهيءَ نالي سڏيو، جنهن کي هو سڀ کان وڌيڪ پسند ڪري ٿو ۽ جڏهن هو گڏجاڻيءَ واري هنڌ اچي، تڏهن ڪيس ويهڻ لاءِ جاءِ ڏيو.
- علم پرايو جو ائين ڪري اوهان صبر، خود داري ۽ پنهنجي ذميواري سڄاڻي سگهندا.

حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه ساڍا ڏهه سال خليفو رهيو. هڪ ڏينهن، فجر جي نماز مهل، ابو لُؤلؤ فيروز نالي هڪ غلام ڪيس زخمي ڪري وڌو، جنهن ڪري 1 محرم سن24 هجري تي شهادت جو اعليٰ مقام حاصل ڪيائون. ڪيس حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي پَرَ ۾ دفن ڪيو ويو.

## حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه، حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جي شهادت کانپوءِ خليفو ٿيو.

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه ، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جو ويجهو دوست هو. جڏهن حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه ڪيس اسلام جي دعوت ڏني، تڏهن هن اها قبول ڪئي ۽ مسلمان ٿيو. انهيءَ وقت سندن عمر 34 سال هئي.

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه هڪ تمام شاهوڪار واپاري هو، پر سادي زندگي گذاريندو هو. اسلام جي واڌاري لاءِ دل کولي خرچ ڪيائين ۽ مسلمانن جي مالي امداد ڪندو رهيو. پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآلهٖ وسلم جي حياتيءَ ۾ جڏهن اسلام جي دشمنن سان جنگ ڪرڻ لاءِ جنگي سامان ۽ مالي مدد جي ضرورت پئي، تڏهن هن ڏهه هزار سپاهين لاءِ هٿيار پنهوار ڏنا ۽ هڪ هزار اُٺ، ستر گهوڙا ۽ هڪ هزار دينار (سونا سڪا) چندو ڏنو. جڏهن مديني جي مسلمانن کي پاڻيءَ جي کوٽ جو مسئلو پيش آيو، تڏهن هُن هڪ يهوديءَ کان 35 هزار درهمن (چانديءَ جا سڪا) ۾ هڪ کوهه خريد ڪيو ۽ سڀني مسلمانن کي ان جو مفت پاڻي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏيائين.

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه کي پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآلهٖ وسلم سان

ڏاڍي محبت هوندي هئي. پاڻ ڪريمصلي الله عليه وآلهٖ وسلم پڻ حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه سان محبت ڪندا هئا. پاڻ ڪريمصلي الله عليه وآلهٖ وسلم ، حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي، هڪ ٻئي پنيان، ٻه نياڻيون پرڻائي ڏنيون، ان ڪري کيس ”ذوالنورين“ ٻه چيو وڃي ٿو. هن اسلام جي دشمنن سان غزوه بدر کان سواءِ ٻيل سيني جنگين ۾ حصور ورتو. پاڻ ان جنگ ۾ انهيءَ ڪري شريڪ ٿي نہ سگهيو جو سندس گهر واري سخت بيمار هئي.

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه جي خلافت دوران انيڪ ڪاميابين سبب اسلامي رياست جون حدون گهڻو پري تائين وڌي ويون. هُن غلطين کان پاڪ قرآن شريف جون ڪاپيون تيار ڪرايون ۽ انهن تي سرڪاري مُهر هڻائي، مسلم دنيا ۾، مختلف هنڌن تي ڏياري موڪليون. اهڙي طرح هن الله جو پيغام پري پري تائين پهچايو. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جي خلافت جا پهريان ڇهه سال امن امان رهيو، اُن ڪانپوءِ اسلام جي دشمنن هن بابت ڪوڙيون ڳالهيون پکيڙڻ شروع ڪيون. هو الزامن جا جواب لحاظ ۽ مروت سان ڏيندو آيو. دشمنن سندس مروت جو بيواجبي فائدو ورتو. هڪڙي ڏينهن جڏهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه گهر ۾ وينو قرآن پاڪ جي تلاوت ڪري رهيو هو، تڏهن دشمن اندر گهڙي آيا ۽ کيس شهيد ڪري ڇڏيائون.

## حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه جي شهادت کان پوءِ، حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه کي اسلام جو چوٿون خليفو چونديو ويو.

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه، پاڻ ڪريمصلي الله عليه وآلهٖ وسلم جي چاچي، حضرت ابوطالب، جو فرزند هو. حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جي پالنا پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآلهٖ وسلم جي پيار پري سنيال هيٺ ٿي. حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه ٻارن ۾ پهريون هو، جنهن اسلام قبول ڪيو.

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه پاڻ ڪريمصلي الله عليه وآلهٖ وسلم جي حياتيءَ دوران، سيني جنگين ۾ حصو ورتو ۽ بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريا. هن پنهنجي بهادريءَ ۽ جرئت سان خيبر جو قلعو فتح ڪيو. نبي ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جن کيس ”اسد الله“ جو لقب ڏنو، جنهن جي معنيٰ ”الله جو شينهن“ آهي.

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه تمام وڏو عالم هو. ديني ۽ دُنيائي معاملن ۾ وسيع ڄاڻ جو مالڪ هو، هڪ موقعي تي رسول ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم فرمايو: آءٌ علم جو شهر آهيان ۽ علي اُن جو دروازو آهي“. ڪانئس اڳ وارا خليفا سڀ سيني اهم معاملن بابت ساڻس صلاح مشورو ڪندا هئا.

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه پاڻ ڪريمصلي الله عليه وآلهٖ وسلم جي سڀ کان پياري نياڻي، حضرت فاطمه رضي الله عنها سان شادي ڪئي. حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جا ٻه پٽ حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه بهادريءَ جي گڏ ۽ قربانيءَ جي جذبي سان نوازيل هئا. ڪين اهي خوبيون سندن والد حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جي ڪردار مان ئي مليون هيون.

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه تمام سادي زندگي گذاريندو هو. جيڪي ڪجهه وٽس موجود هوندو هو، سو الله جي نالي تي غريبن ۽ ضرورتمندن کي ڏيئي ڇڏيندو هو. ڪنهن به سواليءَ کي پنهنجي در تان هٿين خالي نه موٽائيندو هو. وٽس ڪو نوڪر ڪونه هو. سارو ڪم پنهنجي هٿن سان پاڻ ڪندو هو. حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجو گهڻو وقت الله جي عبادت ۾ گذاريندو هو ۽ گهڻو ڪري روزي سان هوندو هو.

اسلام جي دشمنن طرفان پکيڙيل ڪوڙين ڳالهين جي ڪري، مسلمانن ۾ اختلاف وڌي ويا ۽ اهي هڪٻئي سان جهيڙا جهٽا ڪرڻ لڳا. حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه مسلمانن کي متحد رکڻ لاءِ وسان نه گهٽايو. سندس خلافت جي پنجين سال، جڏهن هو مسجد ۾ نماز پڙهي رهيو هو. هڪ دشمن مٿس حملو ڪيو ۽ کيس سخت زخمي ڪري وڌو. حملي جي ٽئين ڏينهن، 21 رمضان سن 40 هجريءَ تي پاڻ زخمن جي تاب نه سهنديءَ شهادت جو عظيم منصب ماڻيائون. سندس مقبرو عراق جي شهر نجف اشرف ۾ آهي.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه کي ”صديق“ جو لقب ڪيئن مليو؟
2. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جو ڪو قول بيان ڪريو ۽ ٻڌايو ته اوهان کي اهو قول ڇو پسند آهي؟ اوهان پنهنجي حياتيءَ ۾ اُن تي ڪيئن عمل ڪندا؟
3. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جون اسلام لاءِ ڪيل خدمتون بيان ڪريو.
4. حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جي ڪردار جون ڪهڙيون خوبيون اوهان کي وڌيڪ پسند آهن؟ ڇو؟
5. ڪالم الف جي لفظن کي ڪالم ب جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم الف | ڪالم ب |
|---|---|
| 25 سالن جي عمر ۾ | کين پيغمبر چونڊيو ويو |
| 40 سالن جي عمر ۾ | والده ماجد وفات ڪري ويئي |
| 6 ورهين جي عمر ۾ | بيبي خديجة الڪبريٰ سان شادي ڪئي |

6. هيٺين مان صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو

I. پاڻ ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جڏهن ڇهن ورهن جا ٿيا ته سندن والده ماجده وفات ڪري وئي.

II. جنگ بدر ۾ مسلمانن جو ڪل تعداد 500 هو.

III. جي ڪو ٻڪريءَ جو ٻچو به فرات نديءَ جي ڪنڌيءَ تي ضائع ٿي وڃي ته قيامت جي ڏينهن ان لاءِ عمر، الله تعاليٰ وٽ جوابدار هوندو.

**(ب) عملي ڪم:**

1. سيني خليفن سڳورن سادي زندگي گذاري. سندن حياتيءَ مان اوهان پنهنجي زندگيءَ کي سادو بنائڻ لاءِ ڪو طريقو چونڊيو ۽ ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. اهڙي ڪوشش جو رڪارڊ ڪنهن ڊائريءَ ۾ پاڻ وٽ رکو.

**(ج) اضافي سرگرمي:**

1. ڪنهن مذهبي عالم کي خليفن سڳورن جي حياتي ۽ سندن حاصل ڪيل ڪاميابين تي ليڪچر ڏيڻ لاءِ پنهنجي ڪلاس ۾ گهرايو.

باب ٻارهون

# اسان جا سُورما ۽ سُورميون

## بزرگ ۽ نوجوان - ماضي ۽ حال

شاگردن جي سکڻ جا نتيجا:

هن باب جي پُڄاڻيءَ تي شاگرد ان لائق ٿيندا تہ:

- صوبي جي ماضيءَ ۽ حال جي اهم قديم ۽ جديد شخصيتن جي ذاتي خوبين جي مثالن جي نشاندهي ڪري سگهن.
- صوبي جي اهم شخصيتن جي صوبي جي ترقيءَ (سماجي، سياسي، مذهبي) ۾ نشاندهي ڪري سگهن.
- سورهيائيءَ کي بيان ڪري سگهن.
- اسان جن شخصيتن (سماجي، سياسي، مذهبي) کي ساراهيون ٿا، انهن جون خوبيون بيان ڪري سگهن.
- اسان جي روزمره جي زندگيءَ ۾ سورهيائيءَ جي اهميت کي سمجهي سگهن.
- ڪيئن اسان جا انفرادي عقيدا، ثقافت، وقت ۽ صورتحال اسان جي سورمن بابت پسند کي تبديل ڪن ٿا. ان کي بيان ڪري سگهن.
- مختلف صورتحالن ۾ ڪيئن عام ماڻهو،(مرد ۽ عورتون) اسان جا سورما ۽ سورميون ٿي پون ٿا. ان جي نشاندهي ڪري سگهن.

باب ٻارهون

# اسان جا سُورما ۽ سُورميون

## بزرگ ۽ نوجوان - ماضي ۽ حال

هر ماڻهوءَ جا پنهنجي زندگيءَ ۾ سورما ۽ سورميون هونديون آهن. سورما/سورميون اهي ماڻهو آهن،جيڪي ٻين سان ڀلائي ڪن ٿا ۽ بدلي ۾ ڪنهن بہ شيءِ جي لالچ نٿا رکن. انهن جي سٺن عملن جي ڪري ۽ ٻي خوديءَ جي ڪري اسين انهن ڏانهن عزت جي نگاھ سان ڏسندا آهيون ۽ انهن جي تعريف پڻ ڪيون ٿا.

سرگرمي:
سوالن جا جواب سوچيو ۽ لکو: توهان جا ڪير سُورما/سُورميون آهن؟ توهان ڇو انهن کي ساراهيو ٿا؟ انهن ۾ ڪهڙيون صلاحيتون آهن؟

توهان گهڻو ڪري پنهنجي والدين، ڪنهن استاد يا هڪ دوست ڪرڪيٽر يا سماجي ڪم ڪندڙ جو نالو لکيو هوندو.
ها، روزمره جا ماڻهو پڻ سورما/سورميون ٿي سگهن ٿا، جيڪي اسان جي خاندان جي ماڻهن وانگر اسان جي ۽ اسان جي معاشري جي خدمت ڪن ٿا جيئن استاد، سماجي ڪم ڪندڙ ۽ پوليس عملو . توهان گهڻو ڪري اهو لکيو هوندو تہ،توهان انهن جا مداح ان ڪري آهيو جو انهن توهان جي مدد يا ڪنهن ٻئي جي سهائتا ڪئي هوندي يا وري انهن مشڪل صورتحال ۾ ڪو ڪارنامو ڪيو هوندو.
توهان گهڻو ڪري انهن جون هي خاصيتون جيئن:
سُورما ۽ سُورميون اهي ماڻهو آهن جيڪي ٻين جي لاءِ ڪم ڪن ٿا ۽ انهن جي مدد بہ ڪن ٿا. اهي مشڪل صورتحال ۾ بہ سٺو ڪم ڪن ٿا ۽ خراب صورتحال کي صحيح ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ماڻهو بن ڳالهين جي ڪري بهادريءَ سان عمل ڪندا آهن.

- جنهن صورتحال ۾ اهي هوندا آهن.
- ۽ اهي ان صورتحال تي ڪيئن ردِ عمل ڏيندا آهن (لاڳاپيل سورمي جون خاصيتون ۽ صلاحون).

هر اهو ماڻهو سورما/سورمي ٿي سگهي ٿو/ ٿي، جيڪو ٻين جي مدد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو/ڪندي آهي، انهن جي حقن لاءِ وڙهندو/وڙهندي آهي يا پنهنجي آس پاس جي ماحول کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪندو/ ڪندي آهي. توهان جهڙا ٻار تمام ننڍڙا پر مختلف ڪم ڪري سورما /سورميون بنجي سگهن ٿا. جيڪڏهن توهان پنهنجي اسڪول، معاشري يا ملڪ کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندؤ تہ ٻيا ماڻهو توهان جي پوئواري ڪندا. سورما/سورميون

ڪيترن ئي خاصيتن جيئن بهادري، همت، پختي ارادي ۽ بي خوديءَ جا مالڪ هوندا آهن. اڪثر سورما/سورميون پنهنجي ڪارنامن جي ڪري ماڻهن ۾ مڃتا رکندا آهن ۽ انهن جي تمام گهڻي تعظيم پڻ ڪئي ويندي آهي. سورما/سورميون هميشه ساڳيا نه ٿا رهن، پر اهي تبديل ٿيندا رهن ٿا.

اسان جي اعتقادن (عقيدن)، ثقافت، وقت ۽ صورتحال ۾ تبديليءَ سان اسان جي سُورمن/سُورمين جي پسند ۾ تبديلي ايندي رهندي آهي. امجد جڏهن ننڍو ٻارهو تڏهن "سپرمين" هن جو سورمو هو، پر هو جڏهن وڏو ٿيو ته هن کي خبر پئي ته سپرمين حقيقي ماڻهو نه پر هڪ هٿرادو ناهيل ڪردار جو نالو آهي. هاڻي هو به ڊاڪٽر اديب رضويءَ، جيڪو سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورولاجي اينڊ ٽرانسپلانٽ ۾ ڪم ڪري ٿو، جو مداح آهي، جو هو ماڻهن جون زندگيون بچائڻ لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو. جڏهن زيبا هڪ ننڍي ڇوڪري هئي تڏهن هن ان ڪري ڊاڪٽر ٿيڻ پئي چاهيو ڇو جو ڊاڪٽر جام پئسا ڪمائين ٿا، پر جڏهن هن جي ملاقات ڊاڪٽر "رٿ فائو" سان ٿي، جيڪا ڪوڙهه جي مرض ۾ ورتلن سان ڪم ڪري ٿي ۽ پاڪستان ۾ ڪوڙهه جي مرض جي خاتمي لاءِ ڪوشش ڪري رهي آهي، تڏهن هن فيصلو ڪيو ته هوءَ ڊاڪٽر ٿيندي ۽ ڊاڪٽر رٿ فائو وانگر ماڻهن جي خدمت ڪندي.

اهڙيءَ طرح غربت ڪان تنگ اچي ڇئن سالن جي ڄمار ۾ اقبال مسيح کي 1000 روپين عيوض هڪ غاليچا ناهيندڙ ڪارخاني جي مالڪ وٽ وڪرو ڪيو ويو. ٻارنهن سالن جي عمر ۾ هو ڪارخاني مان ڀڄي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ پنهنجو پڙهڻ جو خواب پورو ڪرڻ لاءِ اسڪول وڃڻ لڳو. هن غاليچن جي ڪارخاني ۾ مزدوري ڪندڙ ٻارن ۽ سڄي دنيا جي ٻارن جي حقن لاءِ ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن جي ان جاڪوڙ جي ڪم کي ساراهيو ويو. ڪارخاني مان آزاديءَ جي ٻن سالن ڪان پوءِ اقبال کي پنهنجي ڳوٺ جي گهر ۾ ڪِهڙي قتل ڪيو ويو. اقبال جي ان ڪهاڻيءَ سڄيءَ دنيا، خاص طرح سان ڪئنادا ۾ رهندڙ ٻارنهن سالن جي ڪرئيگ نالي ڇوڪر کي ڏاڍو متاثر ڪيو. ڪرئيگ اخبارن ۾ اقبال جي بابت پڙهيو. هن پنهنجي ڪجهه دوستن کي گڏ ڪيو ۽ "ٻارن کي آزاد ڪرايو" نالي هڪ تنظيم جو بنياد رکيائين، جنهن جو مقصد ٻارن کي ظلم ۽ ڏاڍَ ڪان بچائڻ ۽ سڄي دنيا کي اهو ٻڌائڻ ته ٻار ايترا ته ذهين آهن، جو اهي دنيا کي تبديل ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿا.

**سرگرمي:**

پنهنجي علائقي جي ڪنهن اهڙي نوجوان جي باري ۾ ٻڌايو جنهن جي ڪيل ڪنهن ڪم جو ٻين ماڻهن کي فائدو ٿيو هجي.

اچو تہ پنھنجي ڪجھ بزرگ ۽ نوجوان سُورمن ۽ سُورمين جي باري ۾ پڙھون.

## حضرت سچل سرمستؒ

سچل سرمستؒ 1739ع ۾ خيرپور ضلعي جي درازا ڳوٺ ۾ ڄائو ھو. سندس اصل نالو عبدالوھاب ھو، پر ننڍپڻ ۾ ڪيس پيار مان سچل، سچو ۽ سچيڏنو ڪوٺيندا ھئا. سچل معنيٰ ”سچ“ ۽ سرمست معنيٰ ”صوفي يا بزرگ“. حضرت سچل سرمستؒ جو والد تڏھن گذاري ويو، جڏھن ھيءُ پاڻ اجان عمر ۾ ننڍو ھو. ھن جي تربيت پنھنجي بزرگ چاچي ميان عبدالحق ڪئي، جيڪو اڳتي ھلي ھن جو روحاني رھبر پڻ ٿيو. حضرت سچل سرمستؒ انتھائي سادي، نوڙت واري ۽ پاڪ زندگي گذاري. پاڻ اڪيلائي ۾ رھڻ پسند ڪندوھو ۽ سادو کاڌو يعني دال ۽ ڏھي کائڻ پسند ڪندو ھو. حضرت سچل سرمستؒ ”شاعر ھفت زبان“ طور مشھور آھي ڇو جو ھن ستن زبانن (عربي، سنڌي، سرائيڪي، پنجابي، اردو، فارسي ۽ بلوچي) ۾ شاعري ڪئي. پنھنجي شاعريءَ ذريعي ھن انسانيت سان محبت جو پيغام پکيڙيو.

حضرت سچل سرمستؒ 1827ع ۾ وفات ڪئي. سندس قبو مير رستم خان، جيڪو رياست خيرپور جو حڪمران ھو، جوڙايو. ھر سال 14 رمضان المبارڪ تي درازن ۾ سندس عرس وڏي ڌام ڌوم سان ملھايو ويندو آھي. ھن جي شاعريءَ کي مقامي موسيقار سنڌي ۽ سرائيڪي زبانن ۾ ڳائيندا آھن.

## حيدر بخش جتوئي

حيدر بخش جتوئي لاڙڪاڻي ضلعي جي ھڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ 1901ع ۾ ڄائو. تعليم پوري ڪرڻ کانپوءِ حيدر بخش جتوئي سنڌ جي روينيو کاتي ۾ ھيڊ منشي مقرر ٿيو. پنھنجي لياقت ۽ ايمانداريءَ سبب ھن تڪڙيون ترقيون ورتيون ۽ وڃي ڊپٽي ڪليڪٽر جي عھدي تي پھتو. ان عھدي کي انگريزن واري دور ۾ وڏي اختيار وارو عھدو سمجھيو ويندو ھو.

ھن 1945ع ۾ ان عھدي تان استعفيٰ ڏئي، سياست ۾ حصو ورتو ۽ ھاري ڪاميٽي جو ميمبر ٿيو. ھي ھاري ڪاميٽي ۾ ان ڪري شامل ٿيو ڇو جو ھن سنڌ جي ھارين جي حالت سڌارڻ چاھي ٿي. حيدر بخش جتوئي ھارين جي حقن لاءِ وڙھي 1950ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ مان ”سنڌ ٽيننسي ايڪٽ“ پاس ڪرايو. ھن قانون مطابق ھاري کي زمين جي پيداوار جو اڌ حصو ملندو. ساڳئي قانون ۾ ھارين ۽ زميندارن جي حقن جي وضاحت ٿيل آھي. ھن ھارين ۾

سجاڳي پيدا ڪرڻ ۽ ڪين پنهنجي حقن لاءِ وڙهڻ تي همٿائڻ لاءِ ”هاري حقدار“ نالي هڪ اخبار جاري ڪئي. حيدر بخش جتوئي هڪ سنو شاعر ۽ ليکڪ بہ هو. هن 21 مئي 1970ع تي وفات ڪئي. پاڪستان سرڪار مجتا طور ڪيس 23 مارچ 2001ع تي سنڌ ۾ هارين جي حالت سڌارڻ عيوض قومي اعزاز ”هلالِ پاڪستان“ سان نوازيو ويو.

سنڌ جي لکين لکن هارين جي بيباڪ ترجمان اخبار
Registered. No. S. 999
HARI HAQDAR Weekly
هفتيوار
هاري حقدار
چندن جا اگهه
ساليانو ١٠-٠-٠
ڇهه مهينا ٥-٠-٠
ٽي مهينا ٣-٨-٠
سنڌي في سٽ لاءِ ٠-٨-٠
انگريزي في سٽ لاءِ ٠-١٠-٠
مئنيجر ”هاري حقدار“
الهندو ڪچو حيدرآباد سنڌ.
سنڌ هاري ڪاميٽي جي اخبار
ايڊيٽر - حيدر بخش الهداد خان جتوئي، بي - اي-
سال ٧
نمبر ١٣
حيدرآباد سنڌ. جمعه ٩ اپريل ١٩٥٤ع مطابق ٤ شعبان المعظم ١٣٧٣هه
قيمت
٠-٢-٠

## ليڊي نصرت هارون

نصرت خانم 1896ع ۾ ايران ۾ پيدا ٿي. هن جا وڏا ايران مان لڏي اچي بمبئي ۾ آباد ٿيا، جتان ڪراچي آيا ۽ اتي ئي رهي پيا. 1914ع ۾ هن جي شادي سر عبدالله هارون سان ٿي. ليڊي نصرت هارون ڪي شانائتي طريقي سان رهڻ پسند هو ۽ خوشامديءَ کان سخت نفرت هئي. هوءَ ضرورتمندن جي مدد ڪندي هئي، دوستن تي مهربان ۽ دشمنن سان بہ نرم رويو رکندي هئي. خلاف تحريڪ جي دوران هن جو ڪراچيءَ وارو گهر تحريڪ جي ماڻهن لاءِ مهمان خانو (گيسٽ هائوس) بڻجي پيو. مهمانن جي رهائش ۽ کاڌي پيتي جي ذميواري هن خود سنڀالي. ليڊي نصرت هارون پنهنجي مڙس سان گڏ سڄي ننڍي کنڊ جا دورا ڪيا. ٻئي غريبن ۽ ضرورتمندن جي زندگيءَ جي حالت سڌارڻ لاءِ آتا رهندا هئا.

انهن تعليمي ۽ سماجي ڀلائيءَ جا ڪيترائي ادارا کوليا. ليڊي نصرت هارون خاص ڪري ٻارن ۽ عورتن جون حالتون سڌارڻ لاءِ سرگرم رهندي هئي. ان ڪري هن ”حاجي عبدالله هارون يتيم خانو“، ”ليڊي نصرت هارون ويمر گهر“، ”گل راڻا نصرت انڊسٽريل هوم“ ۽ ”APWA ڪاٽيج انڊسٽريز شاپ“ نهرائڻ ۽ ان جي انتظام هلائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

## علامہ آءِ آءِ قاضي

علامہ آءِ آءِ (امداد علي امام علي) قاضي 19 اپريل 1886ع تي دادو ضلعي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ پاٽ شريف ۾ جنم ورتو. علامہ آءِ آءِ قاضي ابتدائي تعليم حيدرآباد شهر ۾ حاصل ڪئي ۽ پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ علي ڳڙهه يونيورسٽي ويو. ان کان پوءِ هيءَ قانون پڙهڻ لاءِ لنڊن روانو ٿيو. ملڪ موٽڻ تي علامہ صاحب حيدرآباد ۾ سيشن جج مقرر ٿيو. جلد ئي علامہ آءِ آءِ قاضي

ان عهدي تان استعفيٰ ڏئي ڇڏي، ڇو جو ڪيترن ئي ماڻهن هن جي فيصلن تي سفارش ۽ اجائي ڇڙ ڇوا ذريعي اثرانداز ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي.

علامه آءِ آءِ قاضي شروع کان ئي علم ۽ شعور سکڻ جي واٽ ورتي. علم جي شوق سبب هن ڪيترائي ڀيرا ٻاهرين ملڪن جا دورا ڪيا ۽ ڪجهه عرصي لاءِ انگلينڊ، فرانس ۽ جرمنيءَ ۾ پڻ رهيو ۽ اتان جون زبانون سکڻ سان گڏ اتان جي استادن جي صحبت ۾ گهڻو پرايائين.

علامه آءِ آءِ قاضي سنڌ يونيورسٽيءَ جو پهريون وائيس چانسلر مقرر ٿيو، جتي سخت محنت سان هن اداري جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪيائين. هن سنڌ يونيورسٽيءَ جي ملازمن ۽ استادن جي لاءِ مثالي ڪردار ادا ڪيو. علامه آءِ آءِ قاضي پنهنجي ذاتي مفادن جي بجاءِ ملازمن ۽ شاگردن ۽ اداري جي ڀلائي لاءِ پاڻ پتوڙيو.

سنڌ جو هي بي مثل عالم 13 اپريل 1968ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. سندس مزار سنڌ يونيورسٽي ڪئمپس ڄام شوري ۾ آهي.

## بينظير ڀٽو

بينظير ڀٽو 21 جون 1953ع تي پيدا ٿي. هوءَ ملڪ جي اڳوڻي وزير اعظم ۽ هڪ وڏي سياسي پارٽي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي بانيءَ جي وڏي نياڻي هئي. 1982ع ۾ جڏهن هوءَ فقط 29 سالن جي هئي ته پارٽيءَ جي اڳواڻ بنجي وئي.
اهڙيءَ طرح هوءَ پاڪستان جي پهرين عورت هئي، جنهن کي اهو اعزاز نصيب ٿيو.
1988ع ۾ هوءَ ڪنهن به مسلمان رياست ۽ پاڪستان جي پهرين عورت وزير اعظم چونڊي وئي. هوءَ آڪٽوبر 1990ع تائين ملڪ جي وزير اعظم رهي. هوءَ ٻيهر 1993ع ۾ پاڪستان جي وزير اعظم چونڊجي آئي ۽ نومبر 1996ع تائين ان عهدي تي رهي. 1997ع وارين چونڊن ۾ هارجڻ کان پوءِ، پاڻ ئي جلاوطني اختيار ڪري دبئي ۾ رهڻ لڳي. نون سالن جي عرصي کان پوءِ هوءَ 18 آڪٽوبر 2007ع تي، 2008ع جي شروعات ۾ ٿيندڙ چونڊن ۾ حصو وٺڻ لاءِ واپس پاڪستان موٽي. هن کي 27 ڊسمبر 2007ع ۾ چونڊ مهم دوران راولپنڊيءَ ۾شهيد ڪيو ويو.
شهيد محترمه بينظيرڀٽو نه فقط پاڪستان جي سياسي اڳواڻ هئي، پر هوءَ عالمي اڳواڻ پڻ هئي.
آمريڪا، برطانيه ۽ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ڪيل تقريرون، ليڪچر ۽ پڙهيل مقالا هن جي ذهانت،

سياسي بصيرت ۽ عالمي اڳواڻ هجڻ جو ثبوت آهن. جمهوريت ۽ انساني حقن جي لاءِ سندس ڪيل جدوجهد کي مڃتا ڏيندي، گڏيل قومن (UN) پاران ڪيس 2008ع ايوارڊ مليو آهي.

## ملالا يوسف زئي:

ملالا يوسف زئي 12 جولاءِ 1997ع تي سوات ضلعي جي شهر مينگورا ۾ پيدا ٿي. جڏهن ملالا اڃان اسڪول جي شاگردياڻي هئي، تڏهن طالبان ڇوڪرين کي اسڪول ۾ وڃڻ کان روڪڻ شروع ڪيو. 2009ع جي شروعات ۾ 12 سالن جي عمر ۾ ملالا هڪ ڪتاب لکيو جنهن ۾ هن سوات جي اندر طالبان جي مختصر حڪومتي دور ۾ پنهنجي زندگي ۽ طالبان جون سوات واديءَ تي قبضي ڪرڻ جون ڪوششون ۽ ڇوڪرين جي تعليم کي ترقي ڏيارڻ بابت لکيو. 9 آڪٽوبر 2012ع تي طالبان ملالا يوسف زئيءَ کي اسڪول مان موٽڻ مهل نشانو بڻايو هن کي مٿي ۽ ڳچيءَ ۾ گوليون لڳيون. حملي جي ڪيترن ئي ڏينهن تائين هوءَ بيهوش ۽ ڳٽيءَ جوڳي حالت ۾ رهي، پر جڏهن هن جي حالت سڌري، تڏهن هن کي برمنگهم، انگلينڊ علاج لاءِ موڪليو ويو، جتي هيءَ صحتياب ٿي وئي. ملالا کي پنهنجي بهادريءَ جي ڪري ڪيترائي ايوارڊ مليا آهن. ايوارڊ ملڻ واري هر تقريب ۾ ملالا تعليم جي اهميت ۽ رواداري جي ضرورت جي اهميت تي زور ڏيندي رهي ٿي. 2014ع ۾ ملالا کي ”امن جو نوبل“ انعام بہ ڏنو ويو آهي.

**سرگرمي:**
ملالا يوسف زئي کي مليل ڪن بہ پنجن ايوارڊن جا نالا لکو.

## ارفع ڪريم:

ارفع عبدالڪريم رنڌاوا 28 فيبروري 1995ع تي ڄائي. نون سالن جي عمر ۾، 2004ع ۾ هن مائڪرو سافٽ نالي واري اداري کان سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري نوجوان ترين مائڪرو سافٽ سند يافتہ پيشيوار (Microsoft Certified Professional) هجڻ جو اعزاز ماڻيو. اهو اعزاز هن وٽ 2008ع تائين رهيو. 2011ع ۾، سورنهن سالن جي عمر ۾، جڏهن ارفع لاهور گرامر اسڪول ۾ پڙهندي هئي تہ هن کي مرگهيءَ جو سخت دورو پيو، جنهن جي ڪري هن جي دماغ کي سخت نقصان رسيو. هن کي ڳٽي جوڳيءَ حالت ۾ ڪمبائينڊ مليٽري اسپتال (CMH) لاهور ۾ داخل ڪيو ويو. اها خبر پوڻ تي مائڪرو سافٽ جي چيئرمين بل گيٽس هن جي مائٽن سان رابطو ڪيو ۽ انهن کي بين الاقوامي ڊاڪٽرن جي پينل جي خدمتن جي پيشڪش ڪئي تہ جيئن

ارفع جي بيماري جي صحيح سڃاڻپ ۽ علاج ڪن. جيتوڻيڪ هن کي بهترين علاج ميسر ٿيو، مگر هوءَ جيئري رهي نہ سگهي.

هن 14 جنوري 2012ع تي اسپتال ۾ وفات ڪئي. ارفع جي جنازي ۾ پنجاب جي وزير اعليٰ شهباز شريف بہ شرڪت ڪئي. وزير اعليٰ پنجاب ارفع جي ڪم جي مڃتا ۾ لاهور ٽيڪنالاجي پارڪ جو نالو مٽائي " ارفع سافٽ ويئر پارڪ" رکڻ جو اعلان ڪيو. ارفع پاڪستان جي ڪيترن ئي بين الاقوامي فرمن جيئن "ٽيڪ ايڊ ڊويلپرز ڪانفرنس" ۾ شرڪت ڪئي. ارفع کي حسن ڪارڪردگيءَ (Pride of Performance) جي صدارتي اعزاز سان پڻ نوازيو ويو. بل گيٽس کيس آمريڪا ۾ مائيڪرو سافٽ جو مرڪزي دفتر گهمڻ جي دعوت ڏني.

### ماريہ تور:

ماريہ تور جو تعلق ڏکڻ وزيرستان سان آهي. ڏکڻ وزيرستان ۾ تشدد ۽ بي آراميءَ جي ڪري وڏو نقصان ٿيو آهي پر ان جي باوجود ماريہ جو اسڪوائش جي راند سان تعلق برقرار آهي. آگسٽ 2007ع ۾ هن کي سلامِ پاڪستان جي صدارتي اعزاز (ايوارڊ) سان نوازيو ويو. ان کان سواءِ هن انڊر ٽرٽين (13 سالن جي عمر جي انڊر) رانديگر جو لقب پڻ حاصل ڪيو آهي. ماريہ جو نالو "WISP" 2007ع جي نوجوان رانديگر طور پڻ شامل ٿيو. ماريہ جا ڪارناما اسان جي سڄي ملڪ لاءِ فخر ۽ اعزاز جو سبب آهن.

# اختصار

هِن باب ۾ اسان هيٺيون ڳالهيون سِکيون آهن.

- اسان جي عام رواجي زندگين ۾ سُورما ۽ سُورميون آهن. سُورما ۽ سُورميون اهي ماڻهو آهن جيڪي ٻين جي مدد ۽ انهن لاءِ ڪم ڪن ٿا، تمام ڏکي صورتحال ۾ بهترين ڪم ڪن ٿا ۽ ٻين جي لاءِ شيون بهتر بنائين ٿا.
- ہہ عنصر جيڪي ماڻهن ۾ سُورهيائي پيدا ڪن ٿا اهي هي آهن: جنهن صورتحال ۾ اهي پاڻ کي ڏسن ٿا ۽ هو ان تي ڪيئن رد عمل ظاهر ڪن ٿا.
- اسان جي سُورمن ۽ سُورمين، نوجوان ۽ پوڙهن جو ماضيءَ ۾ يا اڄڪلهہ شفقت، وسيع سوچ، ۽ پختو ارادو آهي .

## مشق

**(الف)** سنڌ جي هر ضلعي مان هڪ هڪ اهم شخصيت جو نالو ڳوليو ۽ انهن جي نالن کي لاڳاپيل ضلعن جي مطابق خالي جڳهين تي لکو.

(ب) انهن ماڻهن جي معلومات سان هيٺئين جدول پريو جن جي باري ۾ توهان متي پڙهيو آهي.

| شخصيت جو نالو | کهڙي ڳالهه هُن/هِنَ کي سورمو/سورمي بڻايو؟ (هِنَ شين جي لاءِ جا ڪيو، يا مشڪل تي ڪيئن قابو پاتائين) | هِنَ/هُنَ جو خوبيون | مان پاڻ ۾ ڪهڙيون خوبيون پيدا ڪري سگهان ٿو. |
|---|---|---|---|
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |
| | | | |

(ج) هيٺين سوالن جا جوب ڏيو:

1. لفظ بهادري/سورهيائي جي وصف لکو.
2. ڪن ٻه ٽن ماڻهن جا نالا لکو جيڪي توهان جا سورما/سورميون آهن.
3. پنهنجي سورمي/سورميءَ جون ٽي خوبيون بيان ڪريو.
4. اهي ماڻهو توهان جا سورما/سورميون ڇو آهن؟
5. سنڌ جي ترقيءَ لاءِ علامه آءِ آءِ قاضي، ليڊي نصرت هارون ۽ حيدر بخش جتوئيءَ جي خذمتن جي باري ۾ ٻڌايو.

(د) عمل ڪم:

سورمن/سورمين جي باري ۾ ڪتاب ناهيو. هر صفحي تي هڪ سورمي/سورميءَ جو ذڪرڪيل هجي انهن جون تصويرون ڪتاب ۾ چنبڙايو ۽ ڪجهه جملن ۾ لکو تہ انهن کي ڪهڙيءَ ڳالهه سورمو/سورمي بنايو.

(ه) تحقيقات:

پنهنجي پسند جو سورمو/سورمي تلاش ڪريو. ان جي باري ۾ هڪ دستاويز ناهيو.

نالو ________________________________

تاريخ ۽ جاءِ پيدائش ________________________________

هُن/هِنَ جا اهي ڪارناما جن هن کي سورمو/سورمي بنايو ________________________________

________________________________

________________________________

هُنَ/هِنَ جون خوبيون ________________________________

________________________________